# ڪورائيءَ جو ڪلام

صوفي سليمان فقير ڪورائي

مرتب:
اڪبر لغاري
اسحاق سميجو

ضلعي حڪومت عمرڪوٽ، سنڌ

## ارپنا

سنڌي لوڪ ادب ۽
لوڪ شاعريءَ جي گهڻگهري
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# عَدم ڇڏي اڏ ۾ هليا متي هوءِ

صوفي سليمان فقير ڪورائيءَ جي ڪلام جي دريافت، سنڌ جي نج صوفياڻي ۽ ڪافي گو شاعرن جي حُسناڪ روايت جي هڪ گمنام گوهر جي دريافت آهي. جيتوڻيڪ صوفي صاحب پنهنجي علائقي ۾ پَٽ جو مقبول شاعر آهي، ۽ سندس ڪافين جي نرالي اٺت ۽ فني سٽاءَ سان گڏ انهن ۾ موجود فني خوبيون هن کي سنڌي ڪافيءَ جي نامور ۽ باڪمال شاعرن جي صف ۾ آڻي ٿيون بيهارن، پر سنڌ جي بين ڪافي گو شاعرن وانگر کيس سنڌ ـ هند ۾ گهربل سُڃاڻپ ۽ جوڳي ميڙتا نہ هجڻ جو ڪارڻ شايد خود صوفي صاحب جي پنهنجي گوشہ نشين طبيعت ۽ شهرت کان پري پڄڻ وارو غير روايتي مزاج ئي هجي. ڇاڪاڻ تہ تصوف جي پنڌ ۾ پاڻ پڻي تي ضرب لڳائي، محبت جي مزدوريءَ ۾ مشغول رهڻ جو وڏو مقام آهي. هن بہ ايئن ئي ڪيو آهي، نتيجي ۾ جڏهن پاڻ ايئن فرمائي ٿو تہ:" ڪامل هن ڪلام جو، ڪي گوهر پُرجهن گيان." تہ اها ڳالهہ هر لحاظ کان بامعنيٰ ۽ سُچيت نظر اچي ٿي.

ٿلهي ليکي، هُو محبت جي مسلڪ جو شاعر آهي، ۽ ان محبت ئي سندس ڪافين ۾ اها يڪ رنگائيءَ جي گهڻ رنگائي پيدا ڪئي آهي، جنهن سان سندس ڪلام پُرڪشش ۽ دلفريب ٿي پيو آهي. صوفي سليمان فقير جي ڪلام جي هڪ خاص انفراديت اها آهي تہ منجهس سُگهڙن ۽ ڪلاسيڪل شاعرن جون ٻنهي خوبيون ملن ٿيون. هن جون ڪيٖ ڪي سٽون تہ واقعي بہ چرڪائيندڙ ۽ ڪمال درجي جون آهن.

درد منهنجي دم تي، پري وڃائي پير

....

عدم ڇڏي اڌ ۾، هليا متي هوءِ،
رمي روبروءِ، نانگا گڏيا ناٿ کي.

...

ويجها ٿيا وِصل کي، ڪن مُحبت مزوري

...

ڪڏهن ٻري ڪا نہ ڪا، بحر متي باه

...

لڳي نہ لِڪ جيتري، تو جيري اندر جڙ

...

رکن ورق وجود ۾ پڙرو ڪن نہ پَن،
ڏهاڻي ڏسن، عينڪ پايو عشق جي.

...

خزانو خوديءَ جو خوشيءَ سان ڪائين.

ايئن ڪيترا ئي اهڙا شعر، ڪافيون، بيت ۽ خود مومل راڻي وارو داستان بہ. صوفي سليمان جي شاعرانہ ڪمال کي سمجهڻ ۽ مثال طور پيش

ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. هيءَ ڪلام هر لحاظ کان ان قابل آهي، جو ان بنياد تي سنڌي ڪلاسيڪل ۽ ڪافيءَ جي شاعريءَ واري روايت کي نئين سِر جاچڻ تي مجبور ٿو ڪري، ۽ صوفي سليمان فقير ڪورائيءَ کي انهن ٻنهي روايتن جي هڪ اهم ۽ وساريل ڪڙي طور متعارف ٿو ڪرائي.

**اسحاق سميجو**

حيدرآباد

## ٻه اکر

اوليائن جي سر زمين سنڌ جي حيدرآباد ضلعي ۾ تعلقي ٽنڊو الهيار جي قديم وسندي گاجيلو شريف جي نالي سان مشهور آهي، جتي گاجيلائي پيرن جي درگاهه پڻ آهي ۽ حويلي آهي. هيءَ درگاهه شريف حضرت پير شير مُحمد شاهه جيلاني رح جن جي نالي سان منسوب آهي. ساليانو عرس مبارڪ تمام وڏي پيماني تي ٿيندو آهي. هن درگاه شريف جي خاندان جون درگاهون ٽنڊو الهيار لڳ درگاهه حضرت پير قمبر علي شاه جيلاني ۽ درگاهه حضرت پير لڏاڻ شاهه جيلانيءَ جي نالن سان قائم آهن. اهڙيءَ ريت هن درگاهه شريف جي سجاده نشين تي ستن گادين جي ذميواري عائد ٿئي ٿي. جيئن ته ڪورائي فقير درگاهه شريف جا مريد آهن، جن مان سُليمان فقير سنڌ جو سنو شاعر ٿي گذريو آهي. سُليمان فقير جي شاعري گڏ ڪرائڻ جي ڏس ۾ اسان جي مهربان پياري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جون ڪوششون ساراهه جوڳيون آهن.

**پير چٽن شاه جيلاني**
گاجيلو شريف

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# زندگيءَ ۽ شاعريءَ تي هڪ نظر

سڀ ساراهه ۽ تعريف سڀاجهي سائينءَ جي، جنهن پنهنجي اونهي برڪت سان هر دوجهان اُپايا. جيڪو دائم ۽ قائم، قادر ۽ ڪريم آهي. جيڪو اول آخر، ظاهر و باطن، اعليٰ ۽ عَليم آهي. جيڪو واحد شاهد مصور، نوانوي نالن جو برزخ، اسم اعظم هڪ الله آهي. جنهن پنهنجي بابرڪت رحمت مان رحمة العالمين عالمِ ناسوت ۾ آندو. جنهن آدم کي اسماءُ العلم جو شرف بخشيو. جنهن پنهنجي نور ۽ ناز راز منجهان اطيع والرسول چئي، مديني کي مدينة العلم جو شرف بخشيو ۽ لااله الا الله مُحمد الرسول الله جي قلبن کي ڪنجي هَنئي. جنهن سان ڪروڙين قلب سجاڳ ٿيا ۽ خرقه خلافت قانوني فرقه اهل صفا جو سوجهرو هند سنڌ تائين ڪٿي اويسي، ڪٿي قادري، ڪٿي چشتي، ڪٿي سالڪ، ڪٿي مجذوبن جي مستيءَ مان نڪري نروار ٿيو ۽ فيض الاهي جي پالوٽ. فيض مُحمدي جا بادل سنڌ تي برسڻ لڳا. جنهن مان لطيف جي لات. سچل سرمست جي همه اوست. بيدِل جي بيخودي ۽ شاهه عنايت جي جهوڪ مان ڪيڙڻ ۽ ڪاڻ جا آواز اچڻ لڳا ۽ عبدالرحيم گرهوڙي گهوٽ جي حقيقت مُحمدي جا روشن ڪرڻا وِڄن وانگر وسندا نظر اچن ٿا. انهيءَ ئي عاشقن جي چار مان ڳوٺ قنبر علي شاهه جيلاني گاجيلائي گهوٽ تعلقه ٽنڊو الهيار جو حاجي غلام محمد شاهه جيلاني کان دست بيعت ٿيندڙ سُليمان فقير ڪورائي به هڪ آهي، جنهن کان پوءِ فقير صاحب صوم صلوات جا پابند رهيا ۽ طريقت جا پيارا پنهنجي مرشد کان پيالو پيئندا

رهيا. ان کان پوءِ الهامي ۽ عروضي شاعريءَ جا شعر سندس زبان مان نڪرڻ شروع ٿي ويا. فقير صاحب ڪي مڪتب جي ڪا تعليم ڪا نہ هئي. نہ لکي سگهندا هئا، نہ پڙهي سگهندا هئا. سندس ڪلام جي لکڻ جو شرف جهنڊل فقير صاحب جن کي نصيب ٿيو. تنهن کان پوءِ 1980ع ڌاري مُحمد باقر ولد مُحمد خان ڪورائي جن هن رسالي جو ڪم ذوق ۽ شوق سان نباهيو. سندس تعليم سنڌي فائينل هئي. ان وقت جو سندن مرشد جي شان ۾ هڪ ڪلام هديہ طور پيش آهي:

اٿم انءَ جي اُڪير، يار منهنجو مرشد منور.
راهہ هدايت ڪل ولايت ولهين وسيلو وير يار منهنجو.

آهي اَجهو مون گُل گيلاني، غلام مُحمد سِر سلطاني،
پار پڏرو پير، يار منهنجو.

جهليم دامن تهِدِل تنهنجي ڪندو مَدارت مير منهنجي،
والي وارث وير، يار منهنجو.

ٻيڙا پار ڪيا جنهن ٻاهر، سو ئي وسيلو ولهين واهر،
دِل عَجب اَڪثير، يار منهنجو.

در تهين سُليمان سوالي، ميهر گهُري مشتاق موالي،
ڏيندو فيض فقير، يار منهنجو.

فقير صاحب جي هم شعر ۽ هم صحبت شاعرن ۾ مُحمد فقير ڪتياڻ، مننار فقير راڄڙ ڪاٺي وارو، محمود فقير ڪتياڻ، مُحمد هاشم مشائخ پوٽو مجذوب فقير وغيره آهن. مُحمد فقير ڪتياڻ، ڪين سلُوڪ موڪليو جنهن مان هي بيت نذرانہ عقيدت طور پيش ڪجي ٿو:

ڪپر پڇن ٿا ڪيترا، ڪُن پڇن ٿا ڪي.
آهن سامي سُهٽا سي، جي سر سُجاڻن سِيرَ جو.

سُليمان فقير جو جوابي بيت:

ڪڪوريا ڪپر تي، پير جنين پاتار
نانگا ناڪونجهه تي، نئين سج نروار
نظر جنين جي نانهه ۾، مٿي ڪين قرار
سي سيني مان سُليمان چئي پيئن مَئي مُختيار
حُسن جا هسوار صوفي صاف سُڪي تي.

مُحمد فقير جو سلُوڪ ڪلام ۾:

نفي مان نانهن ٿي، نڪري سري سبحان ٿي!

جواب سُليمان فقير جو:

نڪو نظر نفي ڏي، نڪو رومي ڏي راز
خفي جي خيال جو چڙ اُڏائي باز
انحد ڪان اوري ٿيو اخفيءِ جو آواز
سي سيئي سُليمان چوي، نڪرِيا منجهان نَاز
سو سنباهج ساز جو ري تندن تانَ هٽي.

خيال جي نقطي تي پاڻ ۾ نهڪندڙ ڪيترا ئي ڪلام آهن.

ڪلام مُحمد فقير جو:

خيال بنِان بيو خيال نہ ڄاڻان، خيال جي خاني آهيان خيال.

ڪلام سُليمان فقير جو:

مون ڏٺو خود خيال ڪولي، دم جو دڪان ناهي،
سو آهي ناهي بيو گمان.

محمود فقير ڪنياڻ سان همشيرا شعر ڪلام:

ارم لڳن اَڪٿير، سنبريا سعد وزير.
سيفل بديعل ڪاڻ، بيراڳي فيريدار فقير.

انهيءَ نسبت تي:

جهڙ، بادل، مينگهه ملاران، برسي بدل بهاران،
مُحبت دي مجذوب مجنون، يار ملن شل ياران.

فقير سُليمان جو اَصُل مئيخان هانسير ۾ هو. ابراهيم فقير سهڙاڻي "مگريو" سان سندن صحبت هئي. سندن مئيخان ۾ هر روز لطيف سرڪار جو راڳ ٿيندو هو. فقير بلاول ڪورائي جيڪو طيب فقير دل جو شاگرد هو سندس آواز ۾ دائودي رنگ سمايل هو. جيڪو به ٻڌندو هو ان تي وجد طاري ٿي ويندو هئو.

بلاول فقير سان گڏ تنبوري تي راڳ ڪندڙ فقيرن جا نالا هئا:

فقير ٻڍو ڪورائي، فقير پنهل خان ڪورائي، فقير مهراب ڪورائي، جيڪو سندس فرزند به هو. صوفي راڳ جي محفل ۾ مُحمد فقير وٽن سُنگ سميت ايندا هئا ۽ منٺار فقير به سُنگ سان سندن مئخاني تي ايندا رهندا هئا. سندن خدمت ۾ جهنڊل فقير ڪورائي ۽ صورت عَلي ڪورائي سندن شعر سُنگ جي صورت ۾ پڙهندا هئا.

ڪلاسيڪل راڳ جي انداز سان پليو خان ڪورائي ڳائيندو هو جيڪو اسماعيل خان مريءَ جو شاگرد هو جنهن جو ذڪر بلوچ صاحب سنڌ جي ثقافتي تاريخ ۾ ڪري چڪا آهن. فقير صاحب هانسير مان لڏي تعلقه سامارو جي ديهه 13_الف، هيرل ۾ ڳوٺ ديوان چانگي مل ۾ رهائش پذير ٿيا. جيئن ته فقير صاحب جي زمين پنهنجي نه هئي، ان ڪري پاڻ فقيرن کي وصيعت ڪيائون ته اسان جي آخري آرام گاهه مخدوم عبدالرحمن عرف رام جاڳو ۾ ڪجو. جيئن ته فقير ظاهري سير سفر نه ڪيو باقي ڪو معتقد ايندو هو ته ان ساڻ گڏ ويندا هئا. جيئن ابراهيم خان پربڙي ۽ سندن ڀاءُ اسماعيل خان ڳوٺ آروئو پربڙي تعلقه ڪوٽ غلام مُحمد پربڙيءَ فقيرن سان تمام گهڻي مُحبت رکندڙ عقيدتمند هئا، جنهن ۾ اسماعيل خان سندن طالب هئا. هڪ روايت مطابق اسماعيل خان ٻڌايو ته فقير صاحب ڪيتري وقت کان ڪو نه آيا. ان ڪري آئون اتان فقير وٽ آيس ۽ عرض ڪيو سون. فقير صاحب ڪافي وقت ٿي ويو آهي، اوهان ڪو نه آيا. اڄ اوهان کي وٺڻ آيا آهيون. جيئن ته ان وقت ٻي سواري ڪا نه هئي. ان ڪري سواريءَ لاءِ اٺ طلب

ڪيائون. پوءِ پاڻ اٺ تي سوار ٿي آروئو پرڳڙي روانا ٿيا. ٻه چار راتين رهڻ
کان پوءِ فقير صاحب خليفي اسماعيل کي چيو تہ هن جڳهہ تي عَلم پاڪ
کڙو ڪيو وڃي، جيڪو اڄ ڏينهن تائين ان جڳهہ تي موجود آهي. عَلم
پاڪ نصب ڪرڻ کان پوءِ خليفي کي فرمايائون تہ هاڻي اٺ آڻيو. هاڻي
اسان کي سخي رضا مُحمد پرڳڙي مٺي جي ڪاڻ پهچڻو آهي. پوءِ پاڻ
جيئن ئي اٺ تي سوار ٿيا تہ پرڳڙين چيو تہ اسان اوهان جا هيترا ڪرايا
پريا آهن، ڪجهہ ڪرامت بہ اٿوَ يا نہ. پاڻ اٺ تي ويٺل هئا. جذبات جي
ڪيفيت ۾ اچي ويا ۽ وجداني ڪيفيت ۾ چيائون تہ: گهرو ڇا ٿو ڪپيوَ.
جنهن تي پرڳڙين عرض ڪيو تہ سائين پاڻي ڪونهي. فقيرُ جن فرمايو تہ
اهي ٻئي واهہ ابتا سبتا يعني ايرندي وارو الهندي ۽ الهندي وارو ايرندي
وهن، تہ ڇئجو فقير آهي، نہ تہ ڇئجو ڪو نڱ آهي. پاڻ اهو چئي اٺ تان
هيٺ ڪري پيا ۽ متن ايڏو تہ وجد طاري ٿي ويو جو پاڻ ڪئين ڪلاڪ
غشيءَ جي حالت ۾ هليا ويا. پرڳڙي تمام پريشان ۽ پشيمان ٿيا، پر پاڻ
جڏهن هوش ۾ آيا تہ فرمايائون تہ اٺ حاضر ڪيو وڃي. هتي هاڻ نہ رهبو.
خليفي گهڻي ئي منٿون ڪيون، پر پاڻ چيائون تہ هاڻي هتي وري نہ اچبو.
اهي اهڃاڻ سندن اڄ بہ موجود آهن. تنهن کان پوءِ پاڻ سدّا ڳوٺ هليا آيا
۽ پوءِ وري پاڻ ڪنهن بہ معتقد وٽ وڃڻ ترڪ ڪري ڇڏيائون.

## فقير صاحبن جو حسب نسب

ڪورائي قبيلي جو شجرو بلوچ قبيلي سان ملي ٿو. نبي بخش
بلوچ صاحب بيان ڪري چڪا آهن تہ بلوچ عربيءَ جي بلوس لفظ مان
نڪتو آهي. ايران ۾ پهچڻ کان پوءِ بلوس لفظ مان بگڙي بلوچ ٿي ويو.
جلال خان چاليهن قبيلن سان اچي بلوچستان ۾ رهيو. پاڻ چاليهن
قبيلن جا سردار هئا. جلال خان جا چار فرزند هئا: هڪ رند، ٻيو هوت،
ٽيون لاشار، چوٿون ڪورائي. ڪيس هڪ نياڻي هئي جنهن جو نالو جتو
هو. جنهن جي شادي جلال خان جي ياءُ عالي خان جي پٽ نوس خان
سان ٿيل هئي ۽ نوس جي پيڙهہ جي شادي ڪورائي سان ٿي. جنهن مان
ڪورائي قبيلي جو شجرو نڪري ٿو. تنهن کان پوءِ ڪورائي هجرت
ڪري رحيم يار خان ۽ ديرا غازي خان ۾ اچي رهيا. جنهن کان پوءِ
سنڌ ۾ داخل ٿيا. فقير صاحبن جا وڏا مالوند ماڻهو هئا. مال چارڻ

سانگي ڪڏهن ڪٿي ته ڪڏهن ڪٿي وچي ساڪن ٿيندا هئا. جيستائين پروڙ پوي ٿي ته سندن وڏا اچي هانسي سَر ۾ رهيا. فقير صاحب جن جي والد مهراب حاجي مُحمد صوفي قلندر بخش ۽ صوفي فقير روشن الدين صاحبن سان شينهن جو شڪار به ڪيو جيڪو شڪار نامون اڄ به صوفي صاحبن جي اولاد وٽ محفوظ آهي. فقير سُليمان جي وصال کان پوءِ اهي سڀ شوق ترڪ ڪري، فقيري اختيار ڪري اچي مئخان وسايائون. مهراب فقير جا چار فرزند هئا، جن ۾ فيض مُحمد، ڳهڻ علي فقير، ڏٽي بخش ۽ جاڙو خان شامل آهن.

ڳهڻ علي فقير کي ڇهه فرزند ٿيا، جيڪي حال حيات آهن. سليمان فقير کان پوءِ صوفي سلسلو هلندو رهيو ۽ فقير صورت علي ۽ جهنڊ علي ڪورائي جن فقير جي مئخان کي آباد رکيو. فقيري پرچار هلندي رهي. جهنڊل فقير به شعر ۽ شاعري ڪندا هئا ۽ صورت علي به شاعري ڪندا هئا. سنگت ۾ ڳائيندا هئا. حقيقت ۾ جهنڊ علي ۽ صورت علي دست بيعت وڏل شاهه جيلاني جا مريدا هئا، پر طريقت جو ذڪر مُحمد فقير ڪتياڻ کان ورتائون. جيئن ته 1947ع ۾ هندستان، پاڪستان ٿيڻ ڪري هندو هندستان هليا ويا. اُها زمين شاهو خان ڪورائي ۾ رهندڙ ڪورائين کي ملي ۽ فقير جهنڊ علي ۽ صورت علي به هتي ئي مستقل رهڻ لڳا، جتي ڪين وصيعت مطابق رکيو ويو. هن وقت درگاهه به آهي، جتي سندن هر سال ربيع الثاني 8 ۽ 9 تاريخ تي صوفياڻي راڳ رنگ جي محفل رچائي ويندي آهي ۽ چادر به چاڙهي ويندي آهي. فقير سُليمان جي وفات جي صحيح تاريخ نه ملي سگهي آهي. باقي روايتن مطابق اندازن 1942ع يا 1943ع ڌاري فقير هن جهان مان دارالبقا ڏي روانا ٿيا. وڃڻ وقت هيءُ ڪلام جهونگاريندا رهيا:

ملڪ ونا مارُن جا، وري شل ويڙهه وچان.

روايتن مطابق فقير ڪلام پڙهڻ شروع ڪيو بوندن جو وسڪارو شروع ٿي ويو. پاڻ فرمايائون ته بابا زمين جي ڄر اڃان ڪا نه مُئي آهي.

خادم الفقراء

ماستر علي اڪبر ڪورائي "مسافر"

# ڪافي روپ ڪلياڻ

(۱)

مُشڪل ڪُشا موليٰ عَلي، هِي حال پس حاضُر هَلي.

هَر دم حَقي حُبدار آهيان، پياسي پورو پينار آهيان،
گولو گُناهن گار آهيان، تُنهنجي جَهليم ڳولي ڳَلي.

صاحب آهين ثَقلئين جو ڪامل قُطب قبلئين جو
دَاڙُوُ ٽئين دِن رَين جو وَارث وَسيلا تون وَلي.

عارف آهين اَفلاڪ جو لائِق لقب لَولاڪ جو
هَادي تون هٿ پاڪ جو قائم ڪرين ڪُوڙي ڪَلي.

قادر آهين قونين جو حامي حَقي حُسنين جو
دِلبر آهين ڏُکي نَين جو مَهندار تون مُنور مَلهي.

آهين انڌن جو عَينُ تون، نُوري نِسوُرو نَين تون،
ڪٿر قمر ڪوٺين تون، هِمت سَندئِي چوڏس چَلي.

دَاور دُرس ديدار جو عاشق اَصُل اِسرارُ جو
رهبر رنگي رُخسار جو چِنسار تون جلوو جَلي.

ٿون دادِلو دربار جو ساجن سخي سَرِدارَ جو
بدِلو ٿئين بدڪار جو پئي سام مون جهولي جهَلي.

ظاهر آهين سِر ذات جو روشن اونداهي رات جو
سَوکو ثمر سِيرات جو خلقت اڳيان ايندين ڪِلي.

فَياض تون فَرمان جو شِمر شڪي شيطان جو
قاتل ڪُفر ڪُفران جو محبوب جو تون مُتولي.

نِت نامَوَر نروار تون، اَڙين سَندو آڌار تون،
سائِل سيئي سُدّار تون، قائم ڪَلمي سان ڦُلي.

اعليٰ عِلم اَڪثير تون، والي وِلايت وِير توُن،
احمد سَندو اَمير تون، عَادِل اِسم اَطهر عَلي.

مُنهنجي مطَلب جي مُدا، ڪر تون شفا شيرِ خُدا،
مقبولُ ڪر مُنهنجي سَدا، جا مون سَيد تو سان سَلِي.

تون راز رُخ رَحمن جو پَنجن تَنن جي شانَ جو
ضامن پئج زِيان جو حَيدر عَلي حَيدر علي.

مالڪ آهين مَڪان جو جُملي جَمع جَهان جو
صافي سبق سُليمان جو سو ئي پڙهائج تون مِلي.

(2)

ڪري سامان سُلطاني، جنگي جِنسار تي آيو.
بنائي باغ بيرنگي، اَزل انوار تي آيو.

صِفاتي ذات ۾ ظاهر، مِلي محبوب ٿيو ماهر،
جهڙو اندر تهڙو ٻاهر، نِسنگ نروارتي آيو.

پياري موڪُ مُحبت جو سراسر صاف صُحبت جو،
وِصالي واٽ وحدت جو ساقي سردارَ تي آيو.

قلندر ڪُل مٿي قادر، ڪيو حملو حقي حيدر،
مثالي مَام ۾ مُنور، حامي هسوار تي آيو.

نِظاري نينهن جي نيهي، رنگي رُخسار دِل ريهي،
پِرت جي پيچ ۾ پيهي، عَجب اعتبار تي آيو.

ڏيکاري جام جَم جَم جو اکين جي آر اُعظمُ جو،
کولي ڪِتاب قُلزم جو احَد اَخبار تي آيو.

برهه بازار جي بازي، تِکي تلوار تَن تازي،
کَٽي سڀ گوءِ تي غَازي، خنجر خمدار تي آيو.

رَکي سُليمان ثابت سِڪ، ٿئي دم خيال جو خالق،
سَندي مظَهر سندو مالڪ، بِرهه بهار تي آيو.

(3)

عَجب ديدار دِلبر ڪا، اندر دم يار رهتا هَي.

ڦِنا ڪر زور ظالم ڪا، بنا ڪر خيال خادِم ڪا،
دفتر ڪاٽ دُوئي ڪا، ڪِ دائم دلدار رهتا هَي.

ٻَڌا جب عِشق سِر ڳانا، شاهي خطاب سُلطان،
جُزوي جوڳيا خانان، ڪِ سِيني سَرِدارَ رهتا هي.

صَفا سِڪ يار هي سالم، مُشاهدا مِيم ٿيا مُعالم،
لڳي عبرت عَجب عالم، ڪِ عادِل انوار رهتا هَي.
سُليمان لاٽ لاثاني، ظاهر باطُون زباني،
فنا في الله دِل فاني، ڪِ قَلب ڪلمان پڙهتا هَي.

(4)

عِشق صورت ڪا هون سائل، مُسلماني ۾ ميرا ڪيا.

گوهر گُرناٽ دي گهيري، پسائي پرت چاپيري،
دائم دربار دي ديري، ڏرم ڏياني ۾ ميرا ڪِيا.

اِلاهي عِشق دي آري، نينان دي نَاز هن نِياري،
پريمي پيچ سب پياري، شَرف شاني ۾ ميرا ڪِيا.

ٻِياسي پيچ پَرور دي، سراسر صاف سَرور دي،
امر آواز انور دي، خودي خاني ۾ ميرا ڪِيا.

دَروني دَر پَئي جهاتي، اول آخر ٿيا اثباتي،
هَمهءَ حق حال هَمذاتي، سُليماني ۾ ميرا ڪِيا.

(5)

آ لڳا شڪار شهبازان دا، اُڏ چليا آواز زَاغان دا.

شهبازان دي شوق شِتابي، ويکن سي نين نيم خُوابي،
اُت مٺيا رُخ رَوازان دا.

هردم هار حُسن دي آوَن، رِندي رُخ راز رَلاون،
جِتٿ ڪُليا ناٽڪ نازان دا.

نيڪي بدي نابود ڪريندي، صُورت وچ سَجود ڪريندي،
هڦي نيهي نينهن نِمازان دا.

عِلم لُدني عاشق پڙهدي، اَن الحق دي چاڙهي چڙهدي،
اهو قائم قرب ڳوازان دا.

مرد اِهو ميدان ملهاون، سِر ٿلي سُليمان سي چاون،
ڪَر سُرها سانگ سازَان دان.

(6)

بَنايُئي فن فَقيري دا، اِرادَا هَئي اَميري دا.

جوڙ پئندئين جوپ جاني، وچ ڳچي ڳل ڳاني،
ٻي باب برهہ دي بگاني، تئين چَکيا سا صَغيري دا.

مَشاخي دا اول اعظم، دِماغي دَم دائي دَم،
قضا والي ڪريندئين ڪم، نقل ناڪس نَظيري دا.

اول اقبال تي آوڻ، لَتي سِر پوش دم پاوڻ،
طمع تسبي کِل ڪاوڻ، شڪر ۽ شوقُ شيري دا.

سَمجهہ سُليمان صفاتي، دِل رکيندئين ڇيئي ڇاتي،
حَيف جيوڻ هي حياتي، پيا هِوي پَهہُ ڪو پِيري دا.

(7)

پَلين پَلين آکَن آک چُڳن سانون،
عِشق نہ مُڙدا مُور.

هِڪ آک جاندي ٻي آکڙ آندي،
ڳر ڳر قاضي قصوُر.

شؤق شرابي پيالا پيتُم، اپني آپ ڪون جاني جِيتُيم،
تي مَئي وچو مخمُور.

نؤبت نِينهَن دي وره وَجائي، دَم دَرسَن دي ڏُم مَچائي،
چا مَستُ مِثل مَنصوُر.

جُنيان قِنيان سُليمان سَنيان، لاون طعني تُهمَتَ جَتيان،
چُم چَايُم مَن مَنظُور.

(8)

نان مَئين مومن نان ڪُفران، نان مئن ڪوفي، نا مَئين قاضي.

نا مئين بانگ صلوات ڪمائي، نا مَئين پوٿي پرت پڪائي،
نان مَنون نان مَروان، نان مَئين رمز اِنهين وچ راضي.

نان مئين بَر بحر وچ هويا، نان مَئين غير زهرها ڏويا،
نا مئين بي فرمان، نان مئين اعظم اسم آوَازِي.

نان مئين جوڙ پايا هي جَڙيا، نا مئين دَوڙ مَنبر تي چَڙهيا،
نا مئين گيتا وچ گُذران، نان مئين عِلم عقل دي بازِي.

نا مئين عرش عظيم سمايا، نان مئين پوش عبد دا پايا،
نا مئين سَچ سُليمان سنايا، نا مئين اور ڪئي ڪا پازي.

# ڪافي روپ آسا

(1)

رمز رِندي ڏسو رهي رِندن ۾، جن اَلف ڏٺو آ اَصُل اکين ۾.

تن کي ترڪ ڏين ٿا طالب، ڪاٽي غم غُروري غالب،
سَچ کي صاف سُڃاڻن سالڪ، هٿن ٿا سامي سَئن سِکن ۾.

ڪاڪُل ڪَيف جا پين ٿا ڪوري، صورت تان سِر سورهن گهوري،
رَين وهائن الڪ سان اوري، لوچڻ وارا نہ لِڪن لَکن ۾.

تخت ڇڏي ويا پلنگ پوشاڪون، ڇَڏي هَليا اَڏيل اوطاقُون،
وره وَسائن مارنگ ماڪون، وري ويراڳي نہ وِهن وَسين ۾.

وهم وڃائي وار وِڃائن، پُور پرت جا پَر ۾ پَچائن،
روئي سُليمان روح رَچائن، قرب قلابا، ڪِينرُ ڪَچن ۾.

(2)

رَمز اِنهيءَ کي رِند رَسن ٿا، مئي کي ماريو پر ۾ پَسن ٿا.

پِرت جا پائن ڪَمند سي قابوُ رَنگ ۾ رِيڏا بيشڪ بَابوُ
دَم کي دَم ڪيو وَر لاءِ وَسن ٿا.

حُسن کي حاضُر عاشق آهن، ڪندَ ڪُلهن تان لَحظي لاهن
قُرب ۾ ڪامل روز ڪُسن ٿا.

هر دم دِل تي دُونهان دُکائن، سئير سِريءَ ۾ سالِڪ آهن
"وَنحن اَقربِ" ڏِسيو ڏِسن ٿا.

راهہ رَضا تي آهن راضي، ڪِين پُڇن ٿا مُلان قاضي
سي تہ سُليمان حال حَسن ٿا.

(3)

نَائڪ لڳي نينهن جي نيهي، وَر وِسارڻ ڪان وَئي.
سورهيہ سُپر سِينو ڪري، آيا قوّل ۾ ڪامِل ڪهي.

رندِ رَمز ۾ ريدَا وَتن، اثبات ڪيو سڪ کي سَچن،
ڪريو ناز نانگا ٿا اچن، ويا لوڪ جي ليکي لَهي.

مرٽا مَري جيئري جُدا، ڪن صاف صوُرت جِي سَدا،
اُن ٻول ۾ ٻيٺا ٻَڌا، واقف ٿيا وانچي وَهي.

جي ڪندَ ڏين سر ڪات ۾، سي ذات ڏِسن صِفات ۾،
وائي وِصل تنَ وات ۾، طالب چاڙهن تَن ۾ ٿَئي.

سُليمان گُر جي گِيان ۾، لاشڪ تي لاءِ مڪان ۾،
محو تي مٿخان ۾، صوُفي ڏِين سِر جي سَهي.

(4)

صوفي سَچا سِر صاف ٿيا، مَانجهي مَري مَيدان ۾،
تِن عارفن اِظهار ٿيو دَم دَم ڏٺي ڏِيان ۾.

پسند پيالا پَار جا، پيتئون پري پُر بار جا،
نيهي نشي نروار جا، مَلڪا ڪولي مئخان ۾.

حاذق حُسن حَيران ڪيا، بيشڪ بره بَيران ڪيا.
ڪامل ڪُشي قربان ٿيا، عاشق اُنهي اِمتحان ۾.

پسي عين سي اسرار جا، درَسن ڏِسي ديدار جا،
سانگا ڇڏي سَنسار جا، اَصُل ڏٺئون اِنسان ۾.

فذڪر ٿيا فياض جا، ڏسي بره بياض جا،
آيا عَجب آواز جا، ساڳي سَهي سُليمان ۾.

(5)

عِشق اَصُلئون تو ڏِٺي سَاريو صَراحِيون سُور جُون،
بيون عاشقن تي تو رکي بَديون تہ پلٽيون پوُر جُون.

جت عِشق ازلي تو اچي، ان جاءِ تي مچڙو مچي،
اچي پار ڪو تنهن جا پُڇي، مرضيون مجي مذڪور جُون.

جو عِشق جي آري اچي، سو مرد نا باقي بچي،
نروار تي نانگو نَچي، تَجليون ڏسي جو طوُر جُون.

جو عِشق سان غازي گسي، سو راه رَهبر جي رَسي،
وَر ويڙ وَحدت ۾ وَسي، نَئيون نَديون جِت نُور جُون.

آچي عِشق قُربي جِت ڪاهي، سُليمان گھورُن سان گھائي،
دِل نيڪ نوڪن سان ڏاهي، رکي مَصلتون مَنصوُر جُون.

(6)

ٿيا نَفي اِثبات يار، ويک نينان دا نظارا.

نَاز نفي سِر حُسن حَقاني، ظاهر باطن ذئوق زباني،
صوُرت سُهڻي دي صُبحاني، شڪ لٿا شُبهات يار!
ويک نينان دا......

شڪ لٿا هي شؤق شامِل، عِشق والا قرُب ڪامِل
حق حَقيقت حال حامِل، ڪر بِرهه دِي بات يار!
ويک نينان دا......

بات بِره وِچ پايم جهَاتي، سِينا صاف ٿيا صِفاتي
بره بَقائي چِمڪيا چَاتي، هَٽ ڳَئي ظُلمات يار!
ويک نينان دا.....

هَٿي هَستي ڳَئي شِڪستي، آئِي سُليمان سوڪ مستي
مخفي مام هَر نَوشتي، مِليا وِچ مَحلات يار!
ويک نينان دا......

(7)

هَر هَر نام ڪرڻ ۾ چاهي، صُوفي ٿئين تہ ڏي سِر لاهي.

عاشق ٿي اَڳ آڳ ۾ آ تون، پُورو پيير پِرت ۾ پا تُون
باري بار بره جو چا تون، اَدب اِيمان مَرڻ ۾ چاهي.

سيني صَنُف صُورت جي سَهہ تون، وَحدت جي وادِي ۾ وَهہ تون
روحي راز رِنداني رَهہ تون، ظاهر ڏِيان ڏَرڻ ۾ چاهي.

ناز جا نُقطا نينهن نهارج، اَصُلي قول پرينءَ جا پارج،
وَرق وجود وصالي وارج، وَسين بيران پرڻ ۾ چاهي.

دَم دِلبر جا دِل ۾ وَؤڙج، بيلهہ بِيائي ٻِن ۾ ٻوڙج،
مير صورت ۾ سَجدو جوڙج، بيو سُليمان سَرڻ ۾ چاهي.

(8)

پائي نُور جمال وي ميان! عِشق ڪيا اِرشاد اکين جا!

سِڪ چکايو سَاءُ سِڪڻ جو لٿو لِيو لوڪ لِڪڻ جو
پرت ڪيو پئمال وي ميان. سِيسي آيا سُخن سَڄن جا.

جوش جذب ٿو جِگر جَلائي. آڳ اَندر جِي ڪير اُجهائي،
نينهن نوان نِت خِيال، وِيڙا وسري ڦير ڦَڪين جا.

ظَاهر بَاطن رنگ برنگ تي. آيو اطهر صُورت سَنگ تي،
سبِ هنڌ صاحب سال. عجب عجب ڏِس دؤر دِلين جا.

پارس پوش پريمي پايو سُليمان تِي عَبد سڏايو
هادِي حُسن تي حال، ڪيڙا لائق لُطف لکن جا.

(9)

اَصُل تہ منجھہ اِسلام، لوڪ ۾ لَقبُ لِڪائن ٿا
جانب جَڙيا پائنِ ٿا.

طرَح طَمع جا ٽڪيا سازِي، ويا وِره ۾ ڳوڙها ڳاڙي،
ڳهمي گُلشن دَم گُلفام، پَر ۾ پِرت پچائن ٿا.

ڪَٽن عَيب اَصُل سِر اهڙا، ڪاله ڪُٽن تي ڳلمان ڪِهڙا،
ڏيئي سُنت سِر سَر جام، وَهم وَجوُد وِڃائن ٿا.

ڏوئي ڏُوپي پائن ڏاڳا، سڳا سِڪ جا سامين سَاڳا،
دائم دوست مُدام، مَن ۾ ميم مِلائن ٿا.

الف عَين اندر ۾ آٺي، سُليمان سُڃاتئون پاٺي،
ڪري عِشق اِمام، صُوفي صاف سَڏائن ٿا.

(10)

گهر يار ميري آيا، حق ہول تِنهن سُڻايا.

آيا خاڪ پاڪ ڪَر ڪي، ذَاتي صِفات ڏَرڪي،
ايسا حُڪم هَلايا.

آدم دا پوش پائِس، اِظهار تِي آلائِس،
هَر سَنگ وِچ سَمايا.

عاشق تيا آپ آپين، ڳهندي نہ ڪِنهن نياپين،
جنهن ڳيت اناالحق ڳايا.

هَر جا ظهور جِنهندا، سُليمان نُور تِنهندا،
آ عاشق طَبل وَڄايا.

(11)

تَرڪ حَلالئون درس حَرام، عِشق دا مشعلا عِشق اِمام.

دين ڪُفر نہ ڏاڱي ڏارن، ديس دي نہ وَرق وِسارن،
ساهہ پساهہ وِچ صاحب سارِن، وَحدت دي وِچ وَل وَريام.

جوڳي جَذبئون جان جَلئندي، ٻاتِڙ ٻِيائي ٻاڦ ٻَلندي،
هَر مظهر وِچ مام مِلندئي، دِلبر والا پاوَن دَام.

سِر دا سَؤدا سُورهيہ ڪَر دي، مُوتو والي ماڳ تي مَردي،
هِن غَواصي رنگ بَحر دي، پِيون پِيالا جَم جَم جَام.

عاشق اُلٽ اَڏي تي آون، پير پڇُون تي مُور نہ پاوَن،
ميل مَلامت چَشمان چاون، پَر وِچ پَڌري ڪَر پيغام.

پاڪي جهاتي دي وِچ جهَاتي، سَمجهہ سُليمان صاف صِفاتي،
ذَوق زِيادہ ظَاهِر ذَاتي، قائم ڪُلي قَوْل ڪَلام.

(12)

ٿرڪ حلالُئون درس حَرام، عِشق اسان ڏا هي اِسلام.

ڳهان ڪعبا ڳهان قِبلا، صُورت والا صَحي سَلام.
مئي پيا مُجرب مستي، جَم جَم پِيتو سي ڇا جَام.
وَحدت دي آئيني اندر، قَائم قِبلا قرُب ڪلام.
سِر سُليمان سِيني سارا، نينهن نِظارا نيهي نام.

(13)

نَهين سِيني وچ سَماوڻ دي،
لڳي جِگري جوت جَلاوڻ دي،

سِڪ سِيني وِچ صاف سَمائي، اُلٽي اکيان آس لائي،
رنگ رَبُوبي رَمز رلائي، آدم نالَ الاوڻ دي،

سِر دي صُورت صاف سَجائي، مُحبت مَن وِچ مؤج مَچائي،
اَنحد بِين چه عِشق بَجائي، سَڀ ڪنَهن دي سُڻاوڻ دي،

نِسنگ نِيم نِقاب نِظارا، ڪوڙ ڪلالي قُرب ڪِنارا،
صوفي سَرمد دي سِر سَارا، بِره دي بوُند وَساوڻ دي،
رِندي رَهبر راز رلايا، پِياسي پيچ پريت آ پايا،
سُليمان اُتاهين آيا، جِتَ مَام تہ مُحب مِلاوَڻ دي،

(14)

ڳجليون ڳُنڍيون ڪاريون اکيون، جهَپيو وچن هڪ جهات ۾،
حملو ڪري هَر هَر اچن، عاشق ڏِسن عَرفات ۾.

نَيڻن سَندو نَنَڪو تِئي، سِيني اندر سَتڪو تِئي،
اُت مرد اچي مَتڪو تِئي، قُربئون قَتلُ جي ڪات ۾.

ڳجلين سَندي هيءَ ڪار ڏِس، خوُني نظر خوُمار ڏِس،
سُهڻا سَندن سينگار ڏِس، زورا زُلف جي ذات ۾.

دَم دَم ڪٽيو سي ديد ڳَن، سي خيال وارا خَريد ڳَن،
آبُرن تي عاشق عِيد ڪن، ٿَن وائي وِصل جي وات ۾.

نَيڻن سَندا نِيشان سي، ڦَهري ڇُٽا هِن ڳان سِي،
ثَابِت سَنا سُليمان سي، ڪري عَين الف اِثبات ۾.

(15)

دِلبر وڏا تہ دِل کي، دام ايندي ويندي،
عاشق ٻڌا اکين سان، اَحرام ايندي ويندي.

نَيڻن نِسنگ نِظارو، وَحدت وِصال وارو،
سر تار سان سوپارو، منجھ عام ايندي ويندي.

اَحمد حُسن حَقاني، پَرور پُوري پيشاني،
فِڪرات فَرق فاني، قيام ايندي ويندي.

يَاور يَقين يَاقي، سَرِدارَ سر ساقي،
بيخوُد بيچُون باقي، اسلام ايندي ويندي.

چِمڪار چير چَاتي، ظاهر زبان ذَاتِي،
حَامِل حُڪم حياتي، اِلهام ايندي ويندي.

بِيرنگ بِره بَهارِي، موجُود مَئي مَلهارِي،
تحقيقَ سان تيَاري، پيغام ايندي ويندي.

نِت نَام ساڻُ نيهي، ڪُن وَحدت وجوُد ويهي،
سَرِيُن سبب سپيئي، ڪُل ڳام ايندي ويندي.

نِروار نِينهن ناتو، پَڳدار پيچ پاتو،
سُليمان سو سُڃاتو، وريام ايندي ويندي.

(16)

ڪُن ڪهان سُون ڪُن هي ڪهيا،
سو ڳهيا ڏِل سين لاري بَندا.

حد بيحد ڪِي بات نهاني، آپ عاشق تيا پُر پئماني،
هِڪ ڳَر هِڪ ڳَر هِڪ ڪر جاني، هِڪ تي مام ملا ري بندا.

لاحد منزل ڪوئي جاڻي، وُه هي جاڻي، آپ سُڃاڻي،
سَمجهہ صحيح ڪر پَنت پَڇاڻي، سَو سَچ احد الا ري بَندا.

جوئي ذاتي سوئي صفاتي: سو ئي ٻڪرا سوئي ڪاتي،
سوئي پاوي حال حياتي، سو ئي حُڪم هلا ري بَندا.

سوئي صافي سو ئي شافي، سوئي معافي سوئي ڪافي،
سو ئي سُليمان احد انصافي، سو ئي عين الا ري بَندا.

# ڪافي روپ بلاول

(1)

سَچ سنئيان ٻولو ٹُسان ٹُسان،
هل رانجهو ميرا ڪِتان ڪِتان.

ڍونڍيم ٻيلا سَمجهہ سويلا، مُور نہ مليا اَصُل اڪيلا،
رُخ رانجهن دي رسان رسان.

جوڳڻ ٿيسان اَلِفي پٽسان، پار درياءَ دي ٿَر ٿَر وَئسان،
ٿَن طَلب لايان ٿَسان ٿَسان.

لوڪ بيگانا ماري تانا، پائِم جوڙ ڳِچي ڳل ڳانا،
ماهي ملي مڪ پَسان پَسان.

رَمز ڳُجهي لا رانجهن آيا، صَاف سُليمان، مُنهن وِڪلايا،
ٿيو وِصل گڏ وَسان وَسان.

(2)

يار ميري اج نال سبب دي مِهرَئوُن مُڪ وِڪلايا،
پير مُغان ٻُرجهايا.

چَلپل چار عناصر عادِل رهبر رنگ دکايا،
موهيا ناز نيَنان دي ناتي، پير پِرين گڏ پايا.
حال حُسن حيران ڪيتا، پروان پتنگ سرمايا،
شؤق شَمع دي شُعَلي شاهِي، درسن ڊِيد ڊِکايا.
ماڻ پريئي ڪَڙ مُرڪ الايا، ڪر سيئو سينگار سوايا،
ٿئيان عيدان اگھڙ اسا ڏي، دِلبر ديرا لايا.
سُليمان ميدانِ مُحبت چُم چِشمان سِر چايا،
خانڻ مُحمد خوشيان ڪيتيان فَتح عَلي فرمايا.

(3)

بَڏ عِشق اَصُل احرام، وِصل وريام، احد وچ عام آيا.

ڪِٿ ڪان سبحان تي سلطان، سِر ميدان آيا،
ڪِٿ مُطرب لا مئخان عِشق احسان عَجب اسلام آيا.
ڪِٿ آر اسم اِظهار اَصُل اختيار، ازل اسرار آيا،
ڪِٿ تار تي اخبار، گُوهر گُلفام آيا.
ڪِٿ نار تي باغ بهار تي بن بسيار آيا،
ڪِٿ مُحمد بَن مُختيار سَدا سَردارَ تي چا پيغام آيا.
ڪِٿ ناز تي نِياز تي اياز روحي رک راز آيا،
ڪِٿ ساڪن تي سُليمان نظر نيشان عَلي تي امام آيا.

(4)

عِشق آيا اڪثير، اسان تي عِشق آيا، آڪثير.
ڪر ڪي حملا حُسن حقاني.

درسن دا ديدار ڪيتو سي، جام ڪؤثر پر بار پيتو سي،
عين عَجب اختيار ٿيو سي، ملڪ معنيٰ دي مير.

قبل ماضي مور نہ ڇاڻون، احد احمد سبق سُڄاڻون،
مخفي محبت من دي ماڻون، سوچ صلح سَچ سير.

انس اَصُل افلاڪ اڏائون، ظاهر ذاتي تلڪ لڳائون،
بره حُسن دي بيڪ بنائون، تن طَلب تڪبير.

جو نينان دي نيشان نهين، سو عِشق بنان انسان نهين،
سَچ اهو سُليمانؐ نهين، توڙي پير فقير.

(5)

رانجهن رَمز رَلائي هي،
مُحبت مستي، نيتي هستي، بره ڪيتي برباد.

نڪو ڪن فيڪون ڪنارا، نہ ها ڪهندا نام نيارا،
آپ ڪِيتس آباد، مخفي مام ملائي هي.

لاعزازيل عتاب آيا، آدم بهشت جواب آيا،
نينهن وڄائي ناد، سجڻ سا سمجهائي هي.

رؤنق رمز عجائب عالي، لائي لطف ڪر لاحد لَعلي،
عِشق ڪيتا اتحاد، بره بات بتائي هي.

سر سُليمان چشمان چالي، ڪيتي رهبر راز نرالي،
ڪر اَصُل ارشاد، هر جا ايڪ اڪائي هي.

(6)

حضرت عِشق دي اعليٰ ذات، اسان اوُر نہ ڄاڻون بات.

آپ هون مورت، آپ هون صورت، آپ هون جذب جمات.
آپ هون حملا، آپ هون حيدر، آپ هون حق حيات.
آپ هون مُلان، آپ هون قاضي، آپ هون وحي وات.
سُليمان، سر سَمجھہ ٿيا سي، نفي وچون اثبات.

(7)

لڳي نينان والي نوڪ، لڳي نينان والي نوڪ،
اور نہ ڄاڻي لوڪ.

سيني اندر صئيف سڄڻ دي، چُپ رهي هَي چوڪ.
سوري تي سر سُورهہ ڏيوَن، رند نہ رهندي روڪ.
ودڻ دا واپار ڄِتاهين، جهل آوَن تنهن جهوڪ.
عاشق اچڻ اڏي تي آون، ڪُس ٿيون ڪُل ڪوڪ.
ميل ملامت عاشق چاون، ٿل اها ئي ٿوڪ.
سئير سُليمان صورت سارا، مست ڪرن منهن موڪ.

(8)

ايسا گُرو گڏيو سي يار، ڪلمي ڪفر پڙهاوڻ والا.

چوڏهن طبقين طبل جَهيندا،چوڏس تي چوڏار،
سوڌي سبق سڻاوڻ والا.

منصف مانجهي مرد مليو سي، پا حلاجي هار،
صوفي سر سمجهاوڻ والا.

بَن بره بيرنگي آيا، مُحمد تي مُختيار،
عاشق عين اڙاوڻ والا.

صورت وچ سُليمان سمايا، تِي ڪي باغ بهار،
قادر قرب ڪماوڻ والا.

(9)

غم وهم دي ورق جو وڃيئي، هٿ چلي سڀ هستي،
ملي هي مَئي مُحبت مستي.

وچ مستي من يار جو آيا، عِشق عجائب رنگ رچايا،
هر جا جسمي جوُن سمايا، ويران وُٺي ڪُل وستي.

اس وستي وچ يار جو آيا، هادي همدم هي همسايا،
عِشق نهين سر آدم ڄايا، خوب ٻڻي دِل خستي.

خستي ٻڻي نت خيال ٿيو سي، معلم مخفي حال ٿيو سي،
وِصل دا وصال ٿيو سي، هي مالڪ قل نوشتي.

قل نوشتي حاضر هووين، قبل ماضي سُليمان تہ ڏووين،
ڪات ڪلهي سِر قدمين پووين، ڪر سؤدا دست بدستي.

(10)

رمزان غمزان هي دِل نيتي، چا چشم چؤڏاري چاري،
سڪ مُحبت وچ سيتي.

سيءَ صدر سر جام سجائي، عشق عقل تي بين بَجائي،
فؤج عقل دي بره پڄائي، جنهن ديد دئي آ ڪيتي.

ڪيتي هي شاهين جو شاهي، هوش حيا ٿيا ترت جو راهي،
علم حِلم دي ڪل نہ ڪائي، من مئي مُحبت پيتي.

پي ڏٺو سي حُسن حقاني، شمس قمر نان تنهندا ثاني،
لاحد دا حق هي لاثاني، ٿي بي حجائب پيتي.

پيتي هي ڪر بيڪ بهانا، عاشق نينان دا هي نيرانا،
سُليماني پڙهہ پروانا، جوش جهين دِل جيتي.

(11)

ويڪ نقطي ناز نراليان دي، چَلپل چشمان چاليان دي،

نَاز نرالي هن متوالي، پر پر مارن بڙڇان پالي،
ڏورئون ڏيوَن روز ڏڪالي، ڪيس ڪاريهر ڪاليان دي.

ڪالي ڪيس ڪلوري ڪئبر، چا اُلارن رنگي رهبر،
پَٽن ڪوٽ قلعا چا خيبر، جذبي جؤش جلاليان دي.

ول وحدت وچ ورق ولاون، بره حُسن دي بيڪ بناون،
حملي ڪر ڪي حُڪم هلاون، ويکو وحدت واليان دي.

جذب جلالي جوڳي جوڙن، خون جگر دي خيمي کوڙن،
سي سُليمان دم تي دوڙن، ڪر خيال خودي بيخياليان دي.

(12)

وه عِشق عَجب اسرار، ٿيا اِظهار هماري پار حقيقت ڪا،
ڪر الاهي آر، حُسن هبڪار، تڪا دم تار طريقت ڪا.

وڄ وجود ڪر سجود، سَدا موجود ملامت ڪا،
جسمي جاڳ، ٿيا سجاڳ، وِصل ويراڳ ولايت ڪا.

نظارا نور، مليا منظور، مثل منصور ملاوت ڪا،
منڙي ٻول ٻڳي سڀ ڀول، ڪثر هي قؤل ڪتابت ڪا.

جيوين عطار، ٿيا مُختيار، بره چا بار برامت ڪا،
شمس ٿي شير، ڪري نادير، ماري دم ڪير ڪرامت ڪا.

سُليمان، صفت سلطان، نظر نيشان نهايت ڪا،
آيس ٿي خيال، سَدا خوشحال، فقر چا فال فنايت ڪا.

(13)

اهڙو عِشق ڪيئي اِظهار ان الحق پڙهائي ٿو.

صورت جا ٿو سير ڪرائي، هر دم دم جا ٿير ڦيرائي،
سِر ڪريو سينگار، سوَ علماءَ اڙائي ٿو.

دين ڪفر جا ٻيہ پرائي، نفل نمازون ترڪ ڪرائي،
اهڙا ڪريو آچار، تقوا ترت تڙائي ٿو.

مقصد پنهنجا ثاهيو ثاهي، مسجد مڙهيون ڏيرا ڍاهي،
حُجرا هنڌ هزار، لحظي منجهه لڙهائي ٿو.

سڀ سُليمان، ڄاڻ تو ڄاڻي ڪي سر سُوري ڪي سر گهاٽي،
نينهن لايو نروار، چوڏهين طبق چڙهائي تو.

(14)

ڇا حلال تہ ڇا حرام، عِشق امام عِشق امام.

عِشق مدامي ملي تيو ماهر. جهڙو اندر تهڙو ٻاهر.
ڪر ذوق زياده ظاهر، آيو تي اِظهار الام.

عِشق الاهي خيما ڪوڙي، دين ڪفر جا ٽڳا ٽوڙي،
پنهنجي ٻڏي پنهنجي ڇوڙي، ور پروڙي ڪو وريام.

عِشق الانبيا اهڙا آٽي، پاڻ ئي سمجهي پاڻ ئي ڄاٽي،
ڪي منجهہ ڪرتن ڪي منجهہ گهاٽي ڪفر نہ منجهہ اسلام.

عِشق اَصُل ڪان نينهن نظارو اول آخر آ وس وارو
ساقي سرور سو سوپارو جو پياري جم جم جام.

عِشق سُليمان اهڙو آيو رکي رمزن رندي رايو
هر مظهر تي سوز سوايو ڪِتي غالب ڪِتي غلام.

(15)

عِشق زوراور ذات آهي، عِشق زوراور ذات.
علم عقل ٻي بات.

هوش حيا کو ادب نہ ڄاڻي، ڪيل خوشي پرپات،
بره بهادر ڪشوَر ڪاهي، ڏينهن ڏسي نہ رات.

بِيسر ياالا ڪٽي بهادر ڪلهي تي قربي ڪات،
شؤق شراب پيڻ جا ڌاري، طَلب ڏسي دِم تات.

ترڪي طرف طمع جا تحدِل، ترڪي جُگ جسمات،
عِشق عَجب انصاف ڪري ٿو، هادي حق حيات.

حاتم شيخ عطار سڪندر سُليمان صفات،
اهڙي رنگ عجائب اَعليٰ، عِشق جي التي ذات.

(16)

عِشق تئڏا اِظهار مل اسان سيني لايا.

آپ هادي آپ مهدي، آپ غم شهيدان شادي،
ٻڌس ڳل هار آپ آ پير سُوري تي پايا.

ڪثرت وحدت ويس متا ڪي آيا ويکڻ آپ ڪون آپي،
مُحمد بن مُختيار آپ ڪون ڪلمان آپ پڙهايا.

آپ حبيب آپ هاتم اخفي مخفي آپ هي ماتم،
آپ ڪِيتس انوار آپ ازل دا قلم وهايا.

بيرنگي رنگ آپ بنايا، آپ پرهيز دا بُرقع پايا،
عَجب تي اِظهار سر سُليمان نام سڏايا.

(17)

يار ڏنم دِل دئاري، مڙهيان، مسجد مُصلي ميرا ڪيا.

حاضر هٺ حرام نہ ڪاوان، شرع شريعت پير نہ پاوان،
احد ازل نا ابتر آوان، هنڌ حُجري وچ ميرا ڪيا.

ڍُونڍيم گهٽيان گداگر هوڪي، ساجن ڪاڻ سؤداگر هوڪي،
يار سڄڻ لا ثناگر هو ڪي، بهشت دوزخ وچ ميرا ڪيا.

دِلبر دي لاءِ دوڙ ڏُڪاوان، تلڪ ٻيوت مَهيس ملاوان،
جڙيا پادم جوت جڳاوان، سِر سجدي وچ ميرا ڪيا.

ٿي پڪي پروان مئين آوان، هر جا رنگ اشيان سماوان،
نام نہ رک سُليمان سڏاوان، دين ڌرم وچ ميرا ڪيا.

(18)

مستي مئي دا ٿي مُختيار، پيتم پيالا ڪر پُر بار.

پيتَي سُرڪي صاف ٿيو سي، دِلبر دا ديدار.
سَدا عِشق الهہ دي ٻاجهؤن، بيا سڀ وِهم وِسار.
جذبي جوش جلالت والي، جنگي ڪر جنسار.
سُليمان صورت وچ سارا، برسيا باغ بهار.

# ڪافي روپ پيروين

(1)

وچ بشر حق پاڪ، لَکي هي مَئين يار دي اوطاق.

ڪِتان احد چُون بنيا آدم، ڪِتان خالق ڪِتان خادم،
ڪِتان آيا چاڪ تي چادم، ڪِتان آيا وچ افلاڪ.

ڪِتان صوفي ڪِتان سرمد، ڪِتان عربي، ڪِتان احمد،
ڪِتان مُلهاتا ميم مُحمد، ڪِتان وچ لؤلاڪ.

ڪِتان فقر فقير فيراقي، ڪِتان يار يگانا ياقي،
ڪِتان سائل ڪِتان ساقي، ڪِتان وچ آيا ڪاڪ.

ڪِتان عاشق باه بحر هي، ڪِتان شائق شوق شهر هي،
ڪِتان نينهن نظارا نر هي، ڪِتان خاص هي خاڪ.

ڪِتان شيعا، ڪِتان سني، ڪِتان گوهر ڪِتان گني،
ڪِتان ظاهر زير زيرني، ڪِتان وچ فن فيراق.

ڪِتان زور زياده ظالم، ڪِتان علم عقل دا عالم،
ڪِتان حال حقيقت معالم، ڪِتان مستي وچ ميثاق.

ڪِتان عرش زمين آسمانان، ڪِتان لاحد لا مڪانان،
ڪِتان صورت سر سُليمانان، ڪِتان چاڪان وچ هي چاڪ.

(2)

آيا افضل عِشق انسان دا، سو هي ساڳي سرُسبحان دا.

پَهلون ڪيف ڪلالي پيتم، نينهن نَشانت نيهي نيتم،
اهو عقيدا قابو ڪيتم، رُخ راز رندي رحمان دا.

ويک حُسن دا هؤش حقاني، ڪيتم ظاهر ذؤق زباني،
ذات صفت وچ پاڪ پيشاني، ڀڳا ڀول شبهہ شيطان دا.

نينهن نظارا نينان لايم، پير پرت وچ پورا پايم،
لوڪ ملامت چشما چايم، متا مهڻا جوڙ جهان دا.

ميم مُدامي سِر دا سالڪ، خاص خوشي دا هي خود خالق،
ظاهر باطن مليا مالڪ، هي قسم قؤل قرآن دا.

قل ڪُن فيڪون ڪواز تي، سُڌ جام صراحي ساز تي،
تي عاشق آيا سي آواز تي، سو سئنڪل هي سُليمان دا.

(3)

عَجب تہ چال نرالي وه واه، نين نينان دي سوالي وه واه.

قائم دم قدم ڪُون ڪاهيون، تي خودي ڪنون خالي وه واه،
هر دم عِشق عطار جي آندي، جذبي جوش جلالي وه واه.

وچ ميدان مُحبت والي، پيوُون پرت پيالي وه واه،
باطن والي پيد بتائون، رک رندي مام مثالي وه واه.

مئي وچ هون مخمور مدامي، ويک تہ ورق وصالي وه واه،
ناتا ناز نظر دا نيڙي، قربئون قرب ڪمالي وه واه.

ڪڏهن صاف سُليمان سائل، مُحمد خود خيالي وه واه،
عاشق دم عُرباني آندي، مستو مست موالي وه واه.

(4)

مئين تي دِلبر ڪلهہ ڪيتيان ڳل لا ڳجهيان ڳالهيان،
من تي مُدامي ميخان، نہ ول وسرڻ واليان.

ڪاڪل ڪيس ڪُل ڪالي، مُوهيل منهن تي متوالي،
آهو عين سر عاليي، ڏنگ چشمان ديان چاليان.

تلن تُرن دلڙي قرن، هس هس حال دِلڙي قرن،
ماڻ ڪرن مِل مارن، ناز پريان نراليان.

جهلڪ ڏيون رُخ دِلبر، مُرڪ موهن لب احمر،
ابرو دي ڪر مثل ڪڪر، لڏن لبان تي لعَليان.

سر سُليمان سالاري، اڏيئي، آ عِشق اوطاري،
شمس قمر طرف تاري، سي جهپ نيتي جهاليان.

(5)

جُهڙ بادل ميگهه ملاران، برسيئي بَدن بهاران،
مُحبت دي مجذوب مجنون، يار ملن شل ياران.

عاشق سي آڪثير اڪابر، دور ڪرن وچ ديري،
صابر شاڪر ذاڪر ٿئي او چوڙ ڏمر دي ڏيري،
چَمن تي چؤڏار برابر بلبل، دي هن پيري،
دُوئي دي دم دور ڪيتي، او خيال رکن خميداران.

آتش آگ اندر ڪون لڳي، درد دکائي دوهين ديواني،
درويش دِلڪ وچ مُحبت دي هن سُوهين پڙ وچ پير،
پتنگ تي پا عاشق تيون اڳوهين، دِلبر دي ديدار
ڪِيتي اور پلپل ڪرن پڪاران.

ڏور ارم دا پُور پَيو ني، ڪرڻ مفت مزوري،
يار ڪِيتي او پار پُچاون وڃڻا جهوڪ ضروري،
سر تہ ڏي سلطان ڪوڙي، سا پِرت رکن او پوري،
بر وچ بين وڃا بهادر، چاون سانگ ستاران.

جَم جمان جمشير جهي، سؤ سڪندر داري،
حاتم ڪئين هاروت هزارين، سڏ پچن هرڪاري،
مار چڙهن چؤڏار يمن تي، نوبت نال نغاري،
باز اجل دي لٽ نيتي، او گر گئي ڪيچ قطاران.

راه اتي او ڪاهہ ڪرن، ٻڌ سائو نال سنيلان،
سَروز سُڻ چا مؤج ڪرن، ڇُمر چاون ناد نفيلان،
ڏان ڏِنگي ڪڙ خان گهِنن، او ير ڪي جنگ جنبيلان،
ڪشمير ڏهون لک مير چليئي، او چڪ تہ مَل مهاران.

وچ وجود سجود ڪرن، چا رکن طلب تياري،
سُليمان سُجاڻ چڙهن، او حاذق حُسن هنباري،
جان فدا قربان ڪرن، هن وحدت دي واپاري،
وچ نال رانجهن دي روبرو تي ڪر دي گڏ گفتاران.

(6)

قاضي پڇدئين ڪِيون مواريان، لا دوا دِل دردمندي دي.

مجنون جهي مشتاق مُدامي، صورت دي هن صاف سلامي،
جڌهن ڪُن فَيَڪُون، عشق ڪاڏي سار سنڏان دي.

ورد وظيفي واجب وِترَي، پڙهن متعلق خوف هن خطري،
اکر ڏَسدئين ڏون، اها عدالت اور انڏيان دي.

نقش نصيحت مُور نہ جاڻن، طلب تهجُود توَڪل تاڻن،
تن وچ تون هي تون، چال اها هي چُست چِندان دي.

عاشق آر اڏي تي آون، سُليمان سي مُنهن نہ متاون،
سُوري سڪڙ دي سُونهن، الني راهہ تي رمز رندان دي.

(7)

قاضيا! ڪجھ سَمجھ ڪر، تُجڪون ڪيھا لاچار هَي!

قاضي ڪتابان کولد ئين، ڳُجھيان تون ڳالھين ڳولدئين،
هڪ دل رک تي ٻي ٻولدئين، اي ول وڏا ويچار هي.

ول وضو وچ يار کڙدئين، وحدت دي نا ويڙهي وڙدَئين،
زيران زَبران پيشان پڙهدئين، جو وچ بره بيڪار هَي.

نال جڙشان جوڳي جَلدي، باھ بره وچ ٻيٺي ٻَلدي،
سر دا سؤدا صاف ڪردي، جوئي قرب وچ ڪار هَي.

اڳ مرڻ ڳنون مور مَردي، نال توڪل تار تَردي،
هادي همدم حال هلدي، اي وِصل واپار هَي.

جُنگ جاڳَدي ۽ جھُٽڪدي، سي رات ڀني ڀُٽڪدي،
ڪُسدي نہ قُربي ڪُٽڪدي، اي شائقان شڪار هَي.

رُخ راڳ جھڙا رَس نهين، رس انهين وچ ڳس نهين،
تنهن رس بنان ٻيا ڏس نهين، اي عِشق دا آثار هَي.

سُليمان سِر آواز دا، سڀ سُر سَمجھدي ساز دا،
چاوَن قدم ڪوَاز دا، اي قول اَصُلي قرار هَي.

(8)

خيال جڳايا مَئين وو مَئين، عِشق دي اسرار والا.

دم دمامان دِل تي دائم، حُسن والا ڪاه تيا قائم،
قادر قرب ڪمان مئواريان، صورت دي سينگار والا.

بره بيحد پيد بُلايا، بيخودي دا هُل هلايا،
بيشڪ باب بهار مئواريان، نينهن دي نروار والا.

ناتڪ نَاز نينان دا نظارا، پرٽ ڪيتا پسند پسارا،
جذبي جؤش جلال مئواريان، وِصل دي واپار والا.

ياد ڪر انجام عدم دا، رک سُليمان قول قدم دا،
ساڳي سُرت سنڀال، مئواريا، دِلبر دي ديدار والا.

(9)

سانون مُحب مِليا بي مثالي دا، حق وحدت نال وِصالي دا.

ماريا نوبت نيهي نعرا، ڪِيتا قائم عَين اشارا،
سئر سِري وچ تيا سارا، رُخ ڪعبہ قرب ڪمالي دا.

عِشق دي آڳ اندر وچ اڙڪي، بيحد باه بِرهہ دي پڙڪي،
ڪُوپ ڪلالي قربي ڪڙڪي، تيا مقصود موالي دا.

سڪ سِيني وچ صورت ساڳي، ول وِصل وچ دِلڙي واڳي،
پرت پياري جلدي جاڳي، جذبا جوڙ جلالي دا.

لايا دِلبر دِل وچ ديرا. آپ پلا ڪر پائِس پيرا.
مطلب ٿيا من مخفي ميرا. سُليمان سوالي دا.

(10)

تنهنجي عِشق جڳايو ڏيئي جوش جسم.
دَم دريافت، قرب قديمي،
ظاهر ذاتي اَصُل اسم!

شاه منصور کي عِشق اشارو، ناز نظر ۾ نور نظارو،
نوبت نينهن وڄايو وارو، بيخود بنيو بيڪ بسم.

پيتو ڪِيس ڪلالي ڪٿر ۾، ٿيو مخمور مجنون مصر ۾،
سڪ صفت جي سهڻي سُر ۾، ويا طمع جا ٽَر طلسم.

مورت ۾ ٿيو صورت صئقل، قيد ڪمند ڪيو بلند بديعل،
مُئغان محلي معنيٰ محفل، سڳنڌ سراسر قرب قسم.

راز رضا تي رهہ تون راضي، ڪيڏ سُليمان بي سر بازي،
ترڪ تقاضا قلبل ماضي، چوڌس چالي چوٽ چشم.

(11)

لا ڪي نَاز نينان دي نتڪي، چير ڪيتا چم چم، ميري گهر آيا.

سوز رنگي، سر ساوي سَالون، پا ڪي هار حُميلا حالون،
پال پلا ڪر آيا پالئون، دوست دم قدم، ميري گهر آيا.

ٻول سٻول چهرا ٻولي، ڪُنجي ڳل قلب دي کولي،
پاڳل هار چِڪندي چولي، زلف ڪُلئي خم خم، ميري گهر آيا.

ان الحق اظهار الائيس، چؤطرف چؤڏار چلايس،
هر جا حملا حُسن هلايس، لهه ڳئي غم وهم، ميري گهر آيا.

عَجب تي اِظهار جو آيا. سُليمان سَردارَ جو آيا،
پِير پرين پڳدار جو آيا، سجدي ٿئي سهو ختم، ميري گهر آيا.

(12)

رهن ٿا مُلڪ ملير، مارو منهنجا مير،
آئون هتي لکيو ويٺي لوڙيان.

ڪوجها ڪيم ڪيترا، ڪوڙين ڪم ڪِٿير،
تڏهن پيم اوچتا، زيريون زور زنجير.

ڏاڙو هٺي ڏار ڪيائين، سنگهارن ڪان صغير،
لينگهو لڳم لوڪ ۾، توڙئون هٿي تقدير،

پچي پيا پٽن تي پانئر پاڪ پنير،
پنوهاريون پين ٿيون، سندا ڪاهڙ ڪير،

ڪٽندم ڪاهڙ واريون، ساٽيهه ڏي سرير،
جُڙيل آهين جهان ۾، پارس پڏرو تون پير،

هي ڦُر نه ڦبندئي سومرا، نه ڪر هاجو تون همير،
ساريو سُليمان چوي، مون کي نينَ وهن ٿا نير.

(13)

ويڙ وُنا ولهار وسُون ٿيون، سرهَا سانگي سيڻ سنگهار،
ماڙيچن سان مير ملي شل، پاڙيچن کي پڇي پنوهار.

بيوس بند ۾ آهيان باندي، هلي ٿيان من هتي هيڪاندي،
قربئون ٿين شل قريب ڪاندي، ڍڪ اباڻا عيب اپار.

عُمر مير ڪرين تو جاڻي، نيرن ۾ تو وِڌي نماڻي،
سا ڪيئن پِيئي پرچي پاڻي، دم ڏنارن کان ٿي ڏار.

گهوڙن ۾ ڪيئن گهڙيون گهاريان، ڇيلا ڇانگون ڇُميو چاريان،
وڃي وطن تي ولر واريان، ڪري تڙن تي ترت تنوار.

هار هندورا ڪتون ڪايان، پَٽ پٽيهر مور نہ پايان،
لوئي اباڻي ڪِين لجايان، ڏَيج ڏنائون سِر سينگار.

زيب ذريون هي پِيڙا پَن، مَرڪ نہ منهنجو ڏُريان ڏَن،
سرتين سان ات اٿم ٿَمن، ڪري آيَس قؤل قرار.

انب انجير نہ چانئر چکيان، عطر عنبير نہ مُنهن کي مکيان،
روح ۾ عيل اباڻي رکيان، لاهي من تان مَرٺ معيار.

سون سُليمان تنهنجا ساڙيان، پُسي پُلا ساڻ نہ پاڙيان،
ڏٿ ڏهاڙي چُنديو چاڙهيان، سڪ ساٽيهه جي سِيل سنيار.

(14)

مون کي موڪل ڏي تون مير عمر، مِلان ماڙيچن کي موهي مليرَ.

جهوپن جهانگين جي جهوري آ، لڳي لُون لُون اندر ۾ لوري آ،
هي ظلم ڪيو تو زوري آ، سُتي خواب ڏئم ٿر، ڪير ٿوهر .

ڏک وَيڙ عمر دِل کي ڪانَ هڻن، وڌ ويڙيچن جا وڏ ٻارڻَ هڻن،
مڙهہ منهنجو ڪڻن هو شال وطن، سانگين سام رَسي آه اڪير اندر.

هت هاڻ وچان جي همير هلي، وچي ڪاهڙ ۾ پيان ڪير ڪلي،
گڏ گاموهين سان ملير ملي، من ويڙهيچا ڪن وِير واهر.

سُليمان سائيهہ جي سِيل سچي، لاهي لهِئي تيان ڪيئن قؤل ڪچي،
ميوا مَچر پيا هر هنڌ پچي، هينئون واءُ وطن ڪري سُڏير صدر.

(15)

حنائي هلون ٿا، بلاهي بچون ٿا، مهندان محبوبن جي
مُرڪي مچون ٿا.

ڪر سَير سارو هٽي نينهن نعرو پسي ڪل پسارو
پتنگ تي پچون ٿا.

ڪلالي قدم تي، اويسي عدم تي، نظر جي نظم تي،
نسنگ تي نچون ٿا.

پري پور پيالا، نئين سِج نوالا، سَدا عين اعَليٰ،
اڏي تي اچون ٽا.

سُليمان صورت، معنيٰ مؤج مورت، ظاهر سِر ظهورت،
رِندي رنگ رچون ٽا.

(16)

مُلڪ جَنهين چُون آئي هَئين، دم نا يارو وساريسُون.

کول خزانا خاص خدائي، پڏري پار پُڪاريسون،
عاشق تي اثباتي والي، غمزان نال گذاريسون،
ذات صفت دا سئر صحيح ڪر، هر پل گهڙيان گهاريسون،
دنيان دي درياءَ تي بيڙا ، نال توَڪل تاريسون،
سُليمان سفر تي سالم، واڳ وطن تي واريسون.

(17)

اٿم ان جي اڪير، يار منهنجو مرشد منور،
راه هدايت ڪل ولايت، وِير، يار منهنجو.

آهي اَجهو مون گل گيلاني، غلام مُحمد سر سلطاني،
پار پڏرو پير، يار منهنجو.

جهليم دامن تهدِل تنهنجي ڪندو مدارت مير منهنجي،
والي وارث وير، يار منهنجو.

ٻيڙا پار ڪيا جنهن ٻاهر، سوئي وسيلو ولهين واهر،
دِل عَجب اَڪثير، يار منهنجو.

در تنهين سُليمان سوالي، مهر گهري مشتاق موالي،
ڏيندو فيض فقير، يار منهنجو.

(18)

عِشق جا آيم ڪيئي، نت نقطا نينهن نظر،
سي پڙهيم سِڪ مان سَچا صحيح ثابت شام سحر.

عِشق اندر ۾ آيم، چُمي چشمن سِر چايم،
اي ميان ڳلي ڳلي ۾ ڳايم، ڪليا دردن جا دفتر.

پير پرت مان پائي، سي لاڳاپا لاهي،
اي ميان ڳائي چوان وجائي، قول قلي ٻول ٻيهر.

محب مليو ٽيو مقصد، نيڪ نصب نه ڄاڻان بد،
اي ميان پيش جزم جا شد مد، ويا وسري زير زبر.

سَچ سُليمان سڄاتم، ڳولي ڳچي ڳل پاتم،
اي ميان ڄاڻ عَجب هي ڄاتم، ڏني ڏيهي خاص خبر.

(19)

لايو تنهنجي هي اکڙين جادو لايو
عوشاقن کي عَجب طرح تي سانول سئر ڪرايو.

سڪ سيني ۾ صورت ساڳي، باھ برھ جي جسمي جاڳي،
وس وجودي وحدت واڳي، وري واحد وراق ورايو.

پھرين پير پرت ۾ پايم، ناز نظر سان ناتو لايم،
پرين پرچي اڱڻ تي آيم، گھوٽ گھمي گھر آيو.

درد نچايا سو لک دونھن، رانجھن جھڙا هير لاءِ سونھان،
ڪنڌي ڪناري ڏسن ٿا ڪونھان وڃا تڙڪي تخت جو رايو.

عرض و سما تي اڪيون اعَليٰ، بلند بالا ٿئي گل لالا،
ٿيا سُليمان سوَ متوالا، ٿيو سَرسو سؤز سوايو.

(20)

وس ويڙهيچن وٽ وس، وسي تي وس
وس لئي تي وَس، ڪِيو واجھايان.

مرندي سين نہ متيان، گاموهِين جا سي گس،
مون ڪي ويل نہ وسريا، تڙ، ترايون ۽ تس،
ڏنا ڏک ڏکئي ڪي، ڏيھہ ڏهاين جا ڏس،
لالڻ لکيو لوح ۾، سا ڪيئن ميٽيان آءُ مس،
پُڇي پانئر لاهيان، دِل ڪُوٽن جا دم ڪس،
سرتين جا سُليمان چئي، راز رهاٽيون هت رس.

(21)

مئين تہ بدّل عِشق احرام دي، وو گولي هان تئڏي گام دي.

ڪاف ڪشالي ڪاهان ڪر دي، دم جدائي ڏيک هان ڏردي،
باجهئون دِلبر مونجهان مردي، طَلب نهين تِل طعام دي.

دِلڙي وره انهين چا ونگي، رويرو آ راول رنگي،
ڪر جنسار آيا سِر جنگي، دِل موهيل محبوب دي مام دي.

ڪُڏ قدم چا اي ڪم ڪِيتم، ساهه پساهه ني ساجن سيتم،
مَئي پيالا پَهلونِ پيتم، پل پياسي هان جم جم جام دي.

طلب طريقت ڪُفر ڪمايم، جوڙ جَڙيا وچ ڳل پايم،
نينان نينهن نظارا لايم، اي اعدت عِشق اسلام دي.

سُليمان اي خيال خدائي، وسرڳئي سڀ حِرص هوائي،
مُحبت من تي مؤج مچائي، دِل سانئل صورت سلام دي.

(22)

آ اعتبار ٿيا اخبار اُتي، اِهن عِشق دي قؤل قرار اُتي.

آ پرت پلايا پيالا هي، شا نينهن دا نوش نِوالا هي،
تحقيق ڏنم تِل ڪالا هَي، سو ناز ڪِيتا نروار اُتي.

صورت آ ڪي سانگ بنايا، بيڪ بنا بَڻ آدم آيا،
مِل ملائڪان چا مُنهن لايا، هِڪ احمق ٿيا انڪار اُتي.

آپ آ آپين آپ سڏايُس، ليس مِثل دا مثل ڳڏايُس،
رک ميم دي معنيٰ ملڪ منايُس، ساڪن ڪر سَرِدارَ اُتي.

سنک صفاتي صاف ستيسون، لاهه لاڳاپي لو ڪ لَتيسون،
موه مرڻ دا ماڳ متيسون، ٿي قائم قرب دي ڪار اُتي.

ڪو فرض فقُر بن فؤت نهين، حد انت موتوُ مؤت نهين،
حق هر جا حُسن ڪِٿان هوت نهين، ويکو برزخ دي بازار اُتي.

غازي گڏ گلزار گذارن، ويسهہ دي نا وات وسارن،
اسم اَصُل دي پار پڪارن، واقف ٿئي واپار اُتي.

سُليمان تہ سَمجهہ اِتاهين، ٻي نہ ڄاڻي ڪار ڪِٿاهين،
تند طَلب دي تار اُتاهين، دم دِلبر دي دربار اُتي.

(23)

دائم دم دي ڏمال ڪنون، آ واقف ٿيا سي وصالِ ڪنون.

فن ڪُروني اذڪُر ڪم دي، قائم قرب ڪمال ڪنون،
مست پيالا مُحبت والا. مليا ڪيف ڪلال ڪنون،
بيرنگ بازي برهہ بنائي، جذبي جوش جلال ڪنون،
سُليمان ڪون سَئر سيو ٿيا، خود خدائي خيال ڪنون.

# ڪافي روپ توڙي

(۱)

ڏس دِلبر جا ديدار نوان، ٿيا حاضر حُسن جا هبڪار نوان.

ڏاڍا ڏنگ هٽيو ڪري ڏيهه ڏاني، دِل فيض انهيءَ ۾ ٿي فاني،
ڪري جام آيو جنسار جاني، بچو باز برهه ڪري بردار نوان.

دم دم تي نظر خوني بار ڪٽي، وريو ور ڏيو وڃين آيئن يار وٽين،
بنی بارڻ هٽي ڪيئي يار پٽي، پائي رُوبرو هَس هار نوان.

تنهنجي حُسن جا حملا لحظي لڙن، چؤطرف چالا ٿا چُست چڙهن،
ڪسي خاص خودي خود حال هٽن، سي بسيار بچين بيشمار نوان.

تنهنجي ريت عَجب دم قيد ڪري، آيُس آر اکين جي عِشق اري،
بيوس ٿي ويس نئو خيال وري، ڏنم عين اکين جا اختيار نوان.

مٿي مُحبت پياريو مست ڪرين، سڪ سوز سَجو ڪاوڙ گست ڪرين،
ٿي سامهون سچڻ گهند گشت ڪرين، شور ۾ شوق ڪرين ٿو شڪار نوان.

ٿي عاشق معشوق ذات هڪا، سُليمان سائل کي ڪين سِڪا،
رُخ رمز ربي نہ روپ لِڪا، ڪر منا مَلڻ جا اقرار نوان.

(2)

ڏس نَاز وارن جا نَاز نوان، چُٺا چؤطرف برھہ جا باز نوان.

تن جا طلب ڪنوڻ وانگي ڪڙن، ڪري تاب شتاب لحظي منجھہ لڙن،
ڪري بزن بزن وري ور ڏيو وڙهن، ڪن پلڪ پڊر پرواز نوان.

سندي سھڻي نظر خوبي ساڻ ڪٽن، ان گھاءَ گھُورن جي گھايو گھٽن،
سي ورھہ وارن کي وھہ جي وٽن، تن اڇن لبن تي آواز نوان.

نِت نَين نسنگ تي ھٽي نعرا، ڪن سي شڪار شھباز مارا،
قرب وارا ڏين ات ٻَل ٻارا، لک ڪامل ڪن ٽا ڪواز نوان.

ڪري تاج ڪُلاھہ سي زلف زنگي، ڪارا ڪيس ھٽن سي ٻاڻ ٻنگي،
آيا سِر سُليمان تي جملا جنگي، ڏسي رُخ دلبر جي دراز نوان.

(3)

لايو نيڻن جا نت نينهن نوان، مشتاق مٺا ھاٽي مارين ڇو.

ڪري نَاز نوان موھي من گھائين، وجھو دام دِلين کي ڊِنگ ڊاھين،
جا وير وٽئي سا ٿو واھين، خمدار خنجر سِر الارين ٿو.

اول مُحبت جا مذڪو ڪري، چوري چاڪ چڪيا چت چور ڪري،
پُوري گھيڙ گھٽيون معمور ڪري، پوءِ ڪمند قرب جا ڪارين ٿو.

سپ صورت جا سينگار ڪري، آيون جوڙي جنگي جنسار ڪري،
سڏي سُوري تي بردار ڪري، وري وائي وچڻ جي وارين ٿو.

تڪي تارن جا تڪا تير ھٽي، سُليمان ستيٽي خُوبان خوب ڪٽي،
ڪرين پنهنجي پسند جا تو کي وٽي، ماريو مور لڪي دم جيارين ٿو.

(4)

دِل دردمندن کي پيا دام نوان، ٻڌا عِشق ازل احرام نوان.

سي پيير پرت ۾ پائن ٿا، پورو بار برهہ جو چائن ٿا،
لعَلي لطف لڱن کي لائن ٿا، ڪٿي آڳ اول جا انجام نوان.

دم دِلبر کان نہ دور ٿين، سي جان جدا هِڪ پل نہ سَهن،
ان راز رضا تي رند رهن، مچ مُحبت اٿن مدام نوان.

مَت مئي جا پِيو مخمور ٿين، گهُٽ گهور اندر چِت چور ٿين،
سي مظهر سڄي ۾ مشهور ٿِين، ڪن قلبي قؤل ڪلام نوان.

ڪُل قرب جي ڪاتي ساڻ ڪُسن، اچي عاشق اڏي تي راوت رَسن،
پارس پُرجهہ پيشاني پاڪ پَسن، ڏين پاڻ پسي پيغام نوان.

مَل مور مچو ميدان مچن، پروان پتنگ جيئن پاڻ پچن،
سڪ سؤز ثمر سُليمان سَچن، تن طلب وارن جا طعام نوان.

(5)

اهڙو عِشق عَجب اظهار اديون، سڄي مظهر جو مُختيار اديون.

عشق الاهي ڪيما ڪوڙي، دين ڪفر جا ٽڱا ٽوڙي،
شرع شريعت بيائي ٻوڙي، ڪري قُربي ڪامل ڪار اديون.

ڪو مير امير وزير هجي، توڙي فيض فياض فقير هجي،
توڙي پڙهيو پرهيز ۾ پير هجي، تنهن کي نانگو ڪري نروار اديون.

توڙي عالم عام علام هجي، توڙي ڪاتب قاري ڪلام هجي،
توڙي وسيع زبان وريام هجي، لڳي برهہ ڪري بيمار اديون.

توڙي طالب ٽيَل تلقين هجي، توڙي ملڪ سڄي ۾ مسڪين هجي،
توڙي يڪدِل يا في يقين هجي، لنئون لايو ڪري لاچار اديون.

توڙي سون ڪسوٽي وينجهار هجي، سَر پوش سپهہ سالار هجي،
توڙي تاج طائوسي تيار هجي، تنهين شؤق ڪري شرمسار اديون.

توڙي عابد ڪو انسان هجي، هندو چا ڪو مسلمان هجي،
توڙي بيشڪ با ايمان هجي، تنهن کي برهہ ڪري بيڪار اديون.

توڙي سرڪش سهل سجين هجي، بدچال، بُرو بي دين هجي،
توڙي نج نامارو نابين هجي، تنهن کي چٽو ڪري چؤڏار اديون.

توڙي مُشرڪ، انڌو عليل هجي، توڙي ڪافر ڪارو ڪٽيل هجي،
بد قؤم بدادي بخيل هجي، هٽيو سئڪل ڪري سردارَ اديون.

آهي محبوبي مئخان جتي، ڪئي صفت سهي سُليمان اتي،
آهي پرت پياريو پئمان تتي، تنهن تِڪ تہ ڪيو تن تار اديون.

(6)

هر حال ۾ هر جاءِ حق، ديدار دلبر جو ڏٺم،
سر بسر صورت صحيح، سينگار سرور جو ڏٺم.

ذاتي زياده ذؤق سان، ٿيو قرب قلي ڪامياب،
روبرو رند راه ۾ رُخسار رهبر جو ڏٺم.

امام علي اِظهار ٿيو مُختيار مُحمدﷺ سان ملي،
پردي وچان پڌرو پسي، پڳدار پرور جو ڏٺم.

عارف اويسي تنهن اسم، آيو لقب عاشق مٿي،
مَٿي سان مُدامي موُج ۾، مهندار منور جو ڏٺم.

سُليمان سَچ سچاتم، ناتو نرالي نينهن جو،
هالن اندر حاضر اچي، خبدار حيدر جو ڏٺم.

(7)

تنهنجي حد حُسن جو ناهي دلبر دنگ؛
اچي عِشق ڏيکاريو ٿي رهبر رنگ.

الست بِربڪم آر لڳي، قالو بليٰ قرب ڪار لڳي،
يَڪي ياراني تو سان يار لڳي، اهو ٻولي هِنيو تو ٻهڳڻ ٻنگ.

جڏهن عِشق تنهنجي جي وار وڄي، ويا علم عقل جا خيما ڪڄي،
پيا بهشت دوزخ جا پؤ پڄي، نت ڏيل ڏکويو ڏاڍي ڏنگ.

هڪ مهڻي ملامت جي موڪ لڳي ٻي جا ڪُٽم قبيلي جي ٺوڪ لڳي،
سڀ شهر بحر جهنگ جهوڪ لڳي، نات نينهن نهوڙيو نيئي ننگ.

اهو ذاتي ذوق ضرور اٿم، مليو مُحبت مئي منصور اٿم،
منا ماڳ اهو منظور اٿم، لکيو لوح ڪنا آهي اڳيئي انگ.

تحقيق تڪي تن تار لڳي، سا بيحد باري بار لڳي
سال حال حقي هموار لڳي، وه واه وڏو دِل ڪي وحدت ونگ.

رمز انهين ۾ ڪي رند رچن، جي مرد اچي مئدان مچن،
ڏيئي سورهيه سِر سُليمان اچن، اهي جوان ڪٽن پوءِ جوڏئون جنگ

(8)

دِل ڪُون دام گهَتيا نَئينان ناز والا، ياقي ياد رهيا رُخ راز والا.

دام گهتيا دُر دل ڪون دلبر، پارس پايا پيچ هي پرور،
ملڪ معنيٰ دي منڙي منور، دم شڪار ڪيتا هي شهباز والا.

دام دوبارا مست مدامي، ظاهر باطن عِشق انجامي،
وِسرئي خطري خارج خامي، سُڻ اثر عجب آواز والا.

ڪيتي شاهي شؤق شتابي هي، قائم قلبي قول ڪتابي هي،
مليا محب منا مهتابي هي، فَن فالم فيض فياض والا.

رمزِانهين وچ خيال تہ رچدي، صوفي ٿيا سي ساجد سَجدي،
لانيڪ نظارا هُون نت نچدي، بدّ مِهڻا موڙ مِجاز والا.

سَچ سُليمان صاف سُڄاڻن، سئر صورت وچ غير نہ ڄاڻن،
تن ترڪ ڏي توڪل تاڻن، سي عاشق اسم اياز والا.

(9)

دِل لنگهہ ڳئي ڏوهہ ثواب ڳنون، جنهن پيتا شؤق شراب ڳنون.

نينهن نظاري نؤبت لائي، وِسر ڳئي سڀ حرص هوائي.
عِشق اندر وچ مؤج مچائي، اؤج حُسن دي تاب ڳنون.

بن بيرنگي دا بحر هي باري، تات تن وچ طلب تياري،
ڪر سُوري دي سِر سواري، تئي نينهن نشي نواب ڳنون.

عبديت دا ٻنا پولا، دم منصوري دا پايا چولا،
مثل زليخان ڳالهہ دا ڳولا، ايءَ خيال ٿيا خود خواب ڳنون.

ويک حقيقت سُرت دي سالم، منجهہ رهي سڀ عقل دي عالم،
سُليمان دي حال نہ معالم، سُڌ ڳل پچو اي ڪباب ڳنون.

(10)

دِل مست تئي سنهنهن ناز ڳنوُن،
تڏهن ڇُٽ ڳئي رسم رواز ڳنوُن.

مستي دي وچ محب مليو سي، مذهب دي سڀ ڀُل ڳيوسي،
رمز رنداني رُخ رکيو سي، ڪامل قؤل ڪواز ڳنوُن.

ظاهر ذاتي ذؤق زباني، صورت دا ٿي سر سبحاني،
نقش نظارا پاڪ پيشاني، ٿي مُحڪم مِيم مجاز ڳنون.

وحدت ونحن ورق ولايا، مَئي پيالا چا پرت پلالا،
سيني اندر سوز سوايا، بيخود برهہ بياض ڳنوُن.

نازڪ ناتا نينا لايا، عاشق عِشق اري وِچ آيا،
پُورا پيچ پريت آ پايا، دِل پروَس تئي پرواز ڳنوڻ.

نظر نوازي نَازڪ نوئي، عام نہ ڄاڻي اي ڪل ڪوئي،
حال دي مُعلم حق نُون هوئي، نيهي نينهن نماز ڳنوڻ.

سو سُليمان عَجب تي آيا، سالڪ صوفي سِر سمجهايا،
اَصُل نسل دا پوش چا پايا، آ اعظم دي آواز ڳنوڻ.

(11)

جڏهن بيي تَئي خوش کِير ڳنوڻ تڏهن هير ڇُتي تدبير ڳنوڻ.

نينهن نظارا نينا لائِيس، کن دا قائم قرب ڪمائيس،
قالو بليٰ دا اکر الائِيس، اول ۽ آخير ڳنوڻ.

صاف سر صورت سَنگي، جوڙ کڙي آ جملي جنگي،
دلبر والي دِل ڪون دنگي، گهڙ تار لنگهي تقدير ڳنوڻ.

نال مَنجهين دي منڙا واڳيس، جؤش جگر وچ جذبا جاڳيس،
جهول جهلڻ جهتڪي جهاڳيس، تيز تئي تکي تير ڳنوُن.

رُخ رانجهن دا چشمان چائيُس، رغبت روهي رمز رلايس،
حد بيحد وچ پيرچا پايُس، عِشق اهل اَڪثير ڳنوڻ.

ڪر ياد يارانا يار والا، پنا پڙهيس پاتار والا،
احد مليس اعتبار والا، ثابت تي سَچ سير ڳنوڻ.

سُليمان ڪون دئور درُدا، هير ڪُون همدم گيان گُردا،
ساز سُچاتس ساڳي سُر دا، فالم تي فقير ڳنوُن.

(12)

جنگي جاءِ ڏنيا سي جوانا ندي ڄت مجلس مئي مئخانا ندي

عجب عجائب چالي چلدي شاهہ شمع ڪُون ويک نہ ولدي
مام محبت وچ منصف مَلدي ايءَ رمز رِندي رِندانا ندي

ظاهر باطن ذاتي زردي توڪل تار طلب دي تَر دي
آر اڏي تي هِن مک مردي جا ڪار قتل قربانا ندي

آپ وڃا تي آپ سُڃاڻن محوَت من دا مطلب ماڻن
چاڙ عِشق دا جام تي چاڙن اِيءَ مؤج مني مردانا ندي

ريت رسم ڪُون رند رُليندي خود خدائي خيال کُليندي
حال حقيقت ٻول ٻُليندي سا پر پسند پهلوانا ندي

اَصُل عُقادئون عاشق آندَي پير پتنگ تي پڙ وچ پاندي
خون جگر دا خوش تي کاندي اي دعوت دِل ديوانا ندي

صاحب سينا صاف ڪريندي دم قدم تي ڏان ڏريندي
هٺ هوڏ ڪُون مرد مَريندي اي عادت هَي انسانا ندي

راز رضا تي رهندي راضي برهہ حُسن دي کيڏن بازي
گوءِ مئدانئون چاوَن غازي سِر مسرت صحيح سُليمانا ندي

(13)

نين نينان نال لڳدي، جِيوين واسينگ هن وڳدي،
مزگان مارڪرن شڪار اَصُل اوشاقان اڳدي

حُسن دي حملي هر هر آر اهو ڪَر آندي،
باز بُکهڙي بيرنگ، خون جگر دا کاندي،
طعام تنهان دا طالب ملڻ ڪيتي هن ماندي،
اُلٽ پون پِڙ تي پتنگ، ڏڙ بہ تِنهان دي ڏڳدي

حُسن هزارين حاتم موهہ گهتن مَتوالَي،
زلف زور آور زنگي ڪيس، ڪاريهر ڪالي،
نَڪ نوڪان ڏي چَوڪان، ٻي چشمان دي چالي،
ناٽ نواب ڪَرن ڪباب پيڙهي دار پڳدي

تاب حُسن ديان تجليان، ڪيف ڪڪوريل ڪجليان،
سر سينگار سانوڻ دي بدن بهاريل بجليان،
هٿ حنائي هر دم ويس وڏا ڪر وِجليان،
ويک تِنهان ڪُون واقف تار تنهين وچ تڳدي

حُڪم حُسن دي حاضر پيچ گهتن چا پهلوان،
ڪمند قرب وچ قابو ٿئي سالڪ سؤ سُليمان،
سعد سراسر صئفل، عرم ڪيتي ٿئي عُريان،
بحر اتي بار انا جوڳي ٿئي جُنگ جڳدي

(14)

رمز رِندي چال چندي، بره ڪيتي برحالي،
نرگس نَين عين عَجب ڪار ڪجل دي ڪالي.

عين عجائب آهُو گهُٽ گهُوران وچ گئندي،
ويس وَسيهر وانگي، پَيچ پرت دي پئندي،
تاب اتي تي تائُو عاشق عُقادئون آندي،
کُلن نقاب، ڪرن شتاب، ويک لبان دي لعلي.

عين اويڙي اهڙي قتل دَي ڪم ڪريندي،
زورا زور شاهي، شور مک مهمير مريندي،
خوب خنجر ناز نظر ڏاڙي ڪاڻ ڏريندي،
پوشان پوش، حقي هؤش جذبي جؤش جلالي.

عين انار گل گلزار برسِئي باغ بهاري،
سِر سينگار ڪر سَرِدار صُحبت صاف سَرِدارَي،
نؤيت نينهن مُحبت مينهن، مئي دي مينگهہ ملاري
پي مخمور تئي مشهور مِل منصور موالي.

سي جُنگ جوان، سر مئدان، سِر سلطان سرور دي،
ڪر اعتبار پڙهہ اخبار ڏيوَن پار پروردي،
نال نغاري نيشان اَصُل اوشاقان انور دي
نظر نياز ڪرن ڪواز قادر قرب ڪمالي.

ڪاڪل دار تئي هَسوار جُملي جوڙن جنگي،
تي اڳواڻ ڪرن وراڻ باڻ مَريندي بنگي،
سوز سُرور سَتاران ساز سُليمان سنگي.
ڪئين مُختيار ڪيتي بردار بي اختيار اک آلي.

(15)

پنهنجو نام نسنگ نيشان ڪيُئي، پائي بيرنگ بَشر بيان ڪيُئي.

پايئي روپ رنگي رنگ روحاني، پهري پوش آيون جنگي جسماني،
ڪري پڌري پنهنجي پيشاني، منجهان عِشق اَصُل انسان ڪيُئي.

خود خاڪ تي ايڏو خيال ڪري، آيون پاڻ پسڻ لاءِ پير پري،
ان امُر ڪي آڏو ڪير ڦري، رکي فرض اتي فرمان ڪيُئي.

ساري مظهر جو مُختيار ڪيُئي، ڏيئي عرش زمين اختيار ڪيُئي،
پنهنجي ديدُن جو ديدار ڪيُئي، ڏيئي لطف لقب لاسان ڪيُئي.

برهہ بچو برمائين تو ور ورد وظيفا وچائين تو
سِر لوڪ ملامت چائين تو سڪ صحبت ۾ سُنيان ڪيُئي.

سڪ ثابت رکي سَچ صاف ڪيُئي، ايڏو عارف سان انصاف ڪيُئي،
مڪ منصور کي نہ ماف ڪيئي، سڏي سوري متي سلطان ڪيُئي.

محبت موج ملائين تو اهي هر جا حڪم هلائين تو
تي عاشق پاڻ الائين تو ان سوز سُرت ۾ سُليمان ڪيُئي.

# ڪافي روپ سارنگ

(1)

سوز ڪليا سئؤ وار يار، بادل رنگ برسات بِرهہ جا.

جوين لايا جهلڪا جهالون، سوز رنگي سر ساوا سالُون،
موڙ مُحمدي لڏن لعلون، مرسل مک مهندار يار، نيا ڪفار زخار ذره جا.

اکين ۾ انوار الستي، پيو پيالا مُجرب مستي،
پڳي هوڏ حدث جي هستي هي دِل ڪيو ديدار يار، پور ٿيا پينار پره جا.

نوبت نينهن هَنيا جت نعرا، والي وحدت ڪيا وسڪارا،
صاحب سعد سئر ڪيا سارا، عِشق اکين جي آر يار، لاهيا غم گفتار گره جا.

لعل لبن تي جهلڪن جهالا، مُنهن منور تي نَاز نرالا،
بڏا زلفن رنگي رهلا، سُليمان سينگار يار، ڏنا تحفا توه طَرح جا.

(2)

دِل ڪيو ديدار يار، نئين طرح نروار نظر ۾.

نور ظهور ٿيو سر سارو، شمس قمر کي ڏنئين اشارو،
عرش فرش تي هو هِڪ تارو، اُچي ٿيو اِظهار يار، عادِل انور عين ابر ۾.

بن برساتي لايون لعلون، صورت مورت جهڳ مڳ جهالون،
آيو پاڻ پهري سر شالون،سو ڪري سينگار يار، آيو گهوٽ هلي هر گهر ۾.

لائي لطف سان لائق لَعلي، خُوبان خوب خمار خوشحالي،
ڪثرت وحدت ويس وصالي، گل ڦل ڪئي گلزار يار، پلر پلٽيا بيحد بر ۾.

تيا سُليمان سانگ سجايا، والي وِصل جا مينهن وسايا،
عَجب گيت عوشاقن ڳايا، مُحمد دِل منٺار يار، مليا ماهر مک منور ۾.

(3)

دم عِشق ڪيتي اثباتي هي، راز رباني رايا رندي

ڪنفيڪون فرمان فائق، ڀهڳڻ ٻول ٻُلايا هي، اول احمد صورت،
هادي حُسن هُل هُلايا هي، فرق رکڻ وچ بات هي مندي

شفقت شاھ شهنشہ شعَلي، شاهِي شڪل شاهاني هي،
مُحبت معالم، مخفي مندي، ظاهر ذوق زباني هي
چَل چَمن تي آيا چندي

وھ دُوئي دَي پولي پَن ڪر، بار بِره دا چايا هي،
الانسان، سِري وچ سارا پوش پريمي پايا هي

ڪُلي حد بيحد دِي بندي
مُلڪ فلڪ تي خالص حِزقا نقطا ناز نهاني هي

ونحن اقرب، و احد وسدا، نام لقب سُليماني هي،
سَمجهہ صحيح ڪر سال سَنڌي

(4)

دِلبر ديد دِکايا هي، تاب تکا ڪر طُور تي تَجلي.

ڳل نُورَي، تن پاپِيشوازان، چمر چمر چمڪايا هي،
سِر سحري بَڌ هار حُسن دي، مانگهه ملتِ مُک لايا هي،
وَيک نيم خوابي تي ڪار ڪَجلي.

رُخ راول دي راز نرالي، چَلپل چشم چلايا هي،
اُڏ افلاڪ اِتان ول آڪي، شمس قمر شرمايا هي،
يجي بادل برسات بجلي.

سر عشاقان عِشق اشاري، آکر حُڪم هلايا هي،
حملي هُل حُسينن هر دم، پيچ زلف ڳل پايا هي،
ڪر ڪڙڪات ولدي وِجلي.

ابرو عين وِسيهر ول ول، ڪر ڪر ناز نمايان هي،
سُليمان ڪون سوز سڪڻ دا، سئر صورت دا سايا هي،
عِشق الاهي آيا ازلي.

(5)

جوئي آيا سوئي سَريسان، قائم قرب ڪريسان،
پِر تئون پير پريسان.

دام زلف دا ظاهر باطن، جوڙ جَڙيا ڳل پَئسان،
تِيرث تڪيا سُنگ صحيح ڪر، گُرو تي گُذريسان.

جام محبت مستي والا پُر پر پيالا پِيسان،
خودي خُود پليت پتلا، مَئي دي نال مريسان.

مُوتو قِبلل و آنت مُوتُو مرٹا مَر مَئين جِيسان،
طلب توڪل، قمر ڪتاري ڏاڙي ڪاڻ ڏريسان.

مُک ميدان مُحبت والي، شِرڪ شَرع دَي ڏو سان،
عِشق اَصُل اثبات اندر ڪر پڏرائي پُڪريسان.

دم دريافت ڪر ڪي دائم، هر جلرحاِضر ٿِيسان،
بَڏڪي سندرا سڪ صلاح دا، هستي هوڏ هريسان.

سؤز سُليمان صورت سِر دا، سيني اندر سَمئيسان،
تسبيح ترڪ طمع دي چوڙيم، وحدت نا وِسريسان.

(6)

نَاز نظاري نينا والي، عِشق ڪيتا اِظهار ميان،
درد مندان دي دِل وچ دائم، دِلبر دا ديدار ميان.

عِشق الاهي اَصل اهڙا، هؤش، حيا نُون نينهن تہ نيڙا
پيچ محبوبان دا دم پيڙا، ڪيتا زور زُخار ميان

بره بنائي بيرنگ بازي، تن اندر تہ غيق تازي،
ڪُڏ ڪُڏ ڪيڏن گوهر غازي، برزخ دي بازار ميان.

تاب حُسن بي تاب جو ڪِيتا، عِشق واليان تي عتاب آ ڪيتا.
ڪجل ڪئينف ڪباب جو ڪِيتا، ڪوڏ ڪلالي ڪار ميان.

مَئي پيالا پِرتئون پسنديِ، سوز جڳا هِن صوفي ٿيندي،
موتئون مر هِن جڳ جڳ جِينديِ، ويک رنگي رُخسار ميان.

مورت دي محلات مُدامي، عدِل ڪِيتي انصاف انجامي،
صورت دي سُليمان سلامي، پا سئر سحري سينگار ميان.

(7)

هِڪ دم داڏِيان ڏريجي، خود ايسا ڪام ڪَريجي،
عاشق ٿي اثباتي والا، مُلحد ڪون مَريجي.

آپ وڃائي آپ سُڃاڻي، وحدت ڪثرت ڏُوهين ڄاڻي،
موج مُحبت مستي ماڻي، وچ ساهہ پساهہ سريجي.

بازي بِرهہ گُر والي بناوين، انحد ٻولي الث الاوَين،
ٻير ٻِچون تي مُور نہ پاوين، سپ تانگها تار تَريجي.

ذات صفاتي اولي اندر، بيخودي دي بيرنگ بندر،
ڪنڏ ڪپا ڪر ڪار قلندر، نہ ڏک ڳنون ڏريجي.

عِشق ملامت چشمان چاوين، ڳجهڙي ڳالهہ ڳُڻان دي ڳاوين،
ڪثرت قول دا پول نہ پاوين، وچ رندي رمز رهيجي.

ويک نظر هي نئس نرالا، مارين پَر پانئي ڳُون پالا،
دِل اندر هي ڪافر ڪالا، چَڪ چُستي نال چريجي،

سُليمان سِر ساري حياتي، تَرڪ تلاوت شڪ شُبهاتي،
رکين ذوق زبانہ ذاتي، پُور باري بار پريجي.

# ڪافي روپ تِلنگ

(1)

چُنڱي تير ترڪش ڪي، نظاري نَاز نينان دي،
سَٽڪي صئيف وچ سِيني، برابر بار بِينان دَي

ڳرن شڪار تي مُختيار، بي اختيار سي بالم،
بحري باز ڪر پرواز اُلٽ عقاب عينان دي

اکيان اؤج ڪرن مؤج، هلن فؤج ڪر فالم،
ڪرن فئر دُرس دِلير، سِر سرتاج سينان دي

ناز نقاب ڪرن شتاب، زلف زوراور ظالم،
شؤق شگاف سر وچ صاف، ثابت سؤز سنگينان دي

ڳجليان ڪان ڀنن نيشان، سر سُليمان چا سالم،
رَمزان رُوم ڏم ڏم ڏوم، ڪرن چا خُون خانان دَي

(2)

مست آهيون مشتاق ملڻ جا، عِشق سيڪاريا ناز نچڻ جا.

عام چوي تہ ائين هي ناهي، آيا مرد لاڳاپا لاهي،
قرب ڪرايا قؤل ڪسڻ جا.

نينهن نسنگ اچي ڪيما ڪوڙيا، حق هُئڻ جا تڳا توڙيا،
ڏک ڏيکاريا گهَٽ گهمڻ جا.

شؤق نہ ڇاڻي شان ۽ شاهِي، ڪري گداگر علم عطائي،
ورق وساريا پِرت پڙهڻ جا.

سُليمان سان پرچ پيارا، سڪ وارن ڪي ڏي ڳل ڳارا،
ڪر انجام عجيب اچڻ جا.

(3)

عِشق ڪيتيان تئڏي حُسن هَلائين،
تو بن وچان مئين ڪنهن در دانهين.

حال مئڏي دِي مُعالم تئنُون، دوست دِلاسا ڏي مِل مئنُون،
سُڻ سهڻا، مئين ڳالهہ آکائين.

وَس ڪنون بيوس مئين ٿئيان، پِرين پُناري تئڏي پئيان،
مَرڪ مرڻ هِم اَصل اِتاهين.

آتش آڳ پيا تئين لائي، عام نہ ڇاڻي ايءَ ڳل ڪائي،
جلي او جاءِ ٻلي باه جِتاهين.

جتان جاڻ نہ رهيا ڇاتا، نينان نينهن اُتاهين لاتا،
نہ آر عُذر دِي ڪار ڪِتاهين.

سُليمان دا تون ئي شافي، عِشق عقيدا يڪدِل يافي،
پرين پيالا پَرچ پلاوِين.

(4)

متان وَي مارو مُلان قاضي، نِوهي تہ حال دَي پائي.
بره بيرنگي رنگ رچايا، وحدت عِشق وَهائي.

سالڪ سِر سُوري تي ڏي ڪر، سخت چلن تلخائي،
ڪاڻي ڪندڙ ڪُلهيان ٿُون ڪڙي، بار بره دا چائي،
نال رُڪوع دَي رهن راضي، آيت عِشق آلائي.
درد دِل تي دائم قائم، اي جانب جوت جڳائي،
جيءَ جگر وچ تار طلب دي، مطرب تند وڄائي،
مشتاق مَئي سِر واجب ماڻن، ڪڙي سِر تلي تي چائي.
ازل ڪنون ارواحان اِتان آهي رَمز رلائي،
طعني ٽُنڪي صحبت والي، ميل ملامت چائي،
مئخاني مجلس دي وِچون، سُرڪي پِرت پلائي.
آواز اِتان پرواز ڪيتا جتان هوءَ حڪايت آ هِي،
نہ آها تخت زمين دا ظاهر، نان درياءَ، نہ ماهي،
مخفي مام محبوبان والي، ڳل سُليمان چائي.

(5)

ٻولڻ والا ڪئِن وي ميان، ڪري بات آوازي اس پر.

سالڪ سجدي صاف ڪريندي، شؤق شرع دا پارس پئندي،
رکن ازل دي اونِ وي ميان، رکدي عاشق اپني اندر.

هؤش حَيا ڪُون ڳولن قاضي، بره حُسن دي چوڙن بازي،
نہ سَچ سُچاڻن، سون وي ميان، تات طمع دي ماريئي مُنڪر.

جِنهان صورت وچ سجاتا، بار ملامت سِر تي چاتا،
سُڻ فِقر دِي فون وي ميان. ذات سُڃاڻن عاشق اڪبر.

حق حقيقت ٻولي ٻولَي، سُليمان ترازو تولَي،
ڪوڙ تہ سمجهي ڪون وي ميان، ڪر بيان تي بيخود بهتر.

(6)

مُلان والا مڪر مسجدين، مَين نہ ڪريسان مُور وي ميان
مُلان والا مڪر.

هِڪ رکڻ تي ٻي ٻڌاوڻ، اهو سيني دا سُور،
رِيا خور رسم وچ راضي، چڙ ڪيتي هن چُور.
عاشق رکدي عِشق الله دا، بره ڪيتي پرپُور،
رند رضا تي رهندي راضي، مرڻ ڪرڻ منظور،
سُليمان ڪون ناز نظر وچ، نينان والا نُور.

(7)

سئر ڪريندا ڪير وي ميان، صوفي ساڪن شؤق شهر دا.

شؤق شهنشہ شير بهادر، دانش دُرس دِلير، آيا مالڪ مُڪ مظهر دا.
عاشق اٿي اثباتي والا الٿي بره دي پير، وي ميان، پيندا ظاهر ذوق زهر دا.
ذات صفاتي پائيس حِزقا، رکدا هي فند قير، باطن والي بيڪ بحر دا.
فرق سُليمان مور نہ جاڻي، گهمدا گهتيان گهير، يزمل ناتا نيڪ نظر دا.

(8)

ڏِل ڪئي بِره بيمار وي ميان، پڇي انجام عجيب اچڻ جا.

ناهي طاقت ترت طبيبن، آهي مُعالم حال حبيبن،
ديدار جي آ درڪار، سڪ وڃايا ساءُ سمهڻ جا.

ڪن نہ ڦڪيون ڦير ڦتيءَ کي، زخم واري گهير گهتيءَ کي،
بيوس تي بارو بار ويا، آ سانگا ماه مچڻ جا.

ڏکن ڏِلڙي ڪئي ديواني، لک لقمان ٿيا حيراني،
نہ پڄن حڪيم هزار، چُڪيار آيا اٿڻ وهڻ جا.

سمجهُو هٿا سُليمان سيئي، پَر وِڃا افلاطونن ويئي،
ڏِلدار ملي هِڪ وار وي ميان، واءَ لڳن ڪي وَصل وسڻ جا.

(9)

ديدار ڏِلبر جو صحيح، سو معنيٰ مصحاف آهي،
وحدت وجود دي و نحن، دم دم درياف آهي.

جانب بنان جنت ڏي وڃڻ خلاف آهي،
ابرو جي وچ ۾ سجدو صنم کي صاف آهي،
ڏس روبرو ئي رُخ تي زلفن غلاف آهي،
صُوفي جو متو مشرب، ثابت صراف آهي،
عوقاد عِشق وارِي عاشق اوصاف آهي،
طريقت جو ڪفر ڪامل سَنن کي معاف آهي،
لاحد جو لطف لاشڪ، ڪولا ۾ لاف آهي،
سُليمان سَچ صورت کي تحدِل طواف آهي.

(10)

ڊِل قرار نهين، رانجهو يار بنان.
ماهي مٺڪون مِلي سر گهور گهِنان.

ماهي يار سَدا جنهن وار آيا، پاءُ سهٽا سِر سينگار آيا،
ساڏا احد اُتي اعتبار آيا، پولي پول سَچي صد بار پَنان.

بيچُون بيرنگ بَن بيان آيا، سو آدم تي انسان آيا،
مِل مسجد تي مٺخان آيا، ٻُڌ دستار آيا وهہ وار ونان.

لڳي نينان نَوڪ نياري هي، لائي بِرهان بات بهاري هي،
اعَليٰ عشق ازل اِظهاري هي، تي مُختيار آيا سو مهندار مَنان.

ڊِل مُحبت مست موالي هي، سُليمان سدائين سوالي هي،
دم وحدت وارث والي هي، عَجب عِشق اندر تي بهار پَنان.

(11)

آدم ساڳي سٺر نہ غير، جي حق ڪر ڄاڻي آپ سُڃاڻي الا.

وفي انفُسڪم ڳجهڙا ڳارا، الا نسان سِري دا سارا،
پارس پڌرا پير نہ غير.

انا احمد بِلا ميمي، احد عقيدا قوٗل قديمي،
دائم دُرس دِلير نہ غير.

ناز نينان دا نهين نظارا، سوز سڙي سِر عالم سارا،
اي تہ صوفي دا سٺير نہ غير.

سُڻ آواز اَصُل اهو ئي، سُليمان تون سَمجهہ سَيوئي،
اُهو نهين بيا وَل ڪير، نہ غير.

(12)

ڪنهن ڏسيو ئي ڏانءِ، نينان دي وچ ناز ڪرڻ دا.

برزخ دي بازار برابر عَجب عجائب چانءَ،
هٿ گهتيو ئي مفت مرڻ دا.

زلف زياده ڪاڪل ڪالي، نڪا دعويٰ دانهن،
ابرو عين دي رُخ رهڻ دا.

عاشق بن اثباتي والا، ٻول ڪٽڻ ڏي ٻانهن،
مثل مجنون ماه چرڻ دا.

بيرنگي دا راز ڇپائيئي ڪر نفي چُون نانهن،
سُليمان دي ڏيان ڏرڻ دا.

(13)

ڪِتان حلال تي ڪِتان حرام، اِيي تہ درڪ ديدار ۾ هُون.

سؤز سجود وجودي وحدت، اِيي تہ زلف زنار ۾ هُون،
مئي مؤجود مشاهد مستي، اِيي تہ خفيءَ خمار ۾ هُون.
احد آدم اَصُل اهو ئي، اِيي تہ شائق شمار ۾ هُون.
سُليمان صورت سِر ساڪن، اِيي تہ بيرنگ بهار ۾ هُون.

(14)

ذات صفت ۾ ظاهر ظاهر ميان، عين اکين جي عِشق اثاريو.

سڪ سيني ۾ صحبت ساڳي، يار وڏي دِل وحدت واڳي،
محوِ ٿيو من ماهر ماهر ميان، پر ۾ پيارل ڏسڻ ڏيکاريو.

سمجهي ڏس هي صورت سالڪ، هر مظهر ۾ مخفي مالڪ،
پيائي ڪڍ ٿي باهر ميان، لائق لکن جو سبق سيکاريو.

چڏ شبهات ٿي شوق ۾ شامل، عِشق حُسن جو ٿي عاشق عامل،
تن طَلب ٿي طاهر طاهر ميان، واحد وِصل جو ورق هي واريو.

سُليمان اڏيءَ ٻير نائي، ڪامل ڪن تي وڄ تون ڪاهي،
سير سمهون هل سانئر سانئر ميان، دم برزخ تي برهہ بيهاريو.

(15)

اعَليٰ عِشق جو شَاهِي شان ڏنم، لا، لآ شڪ ٿي لاسان ڏنم.

رُخ رهبر راڳ رباب جتي، سڪ صاف جو سوال جواب اتي،
ٿيڻ عاشق ڪم ڪباب هتي، سو داخل درس دڪان ڏنم.

هجي مُحبت جو مذڪور جتي، سوز صرافن سُور اتي،
ملي مردن ڪيو منظور هتي، منو ماڳ اهو مئخان ڏنم.

لڳي پياسي پيچ پريت جتي، رُوحي راز رندي رَس ريت اتي،
جڳ سارو مست مُحيط هتي، سِر ساجد ٿي صبحان ڏنم.

خوبصورت خاص خدائي جتي، نان اسم جسم جي جدائي اُتي،
آهي اعَليٰ علم عطائي هتي، سو عبد جي اُولي آستان ڏٺم.

ٽيو بيرنگ بي مثال جتي، ٿئي حاضر سارو حال اُتي،
ويجهو ونحن ورق وصال هتي، سو صحبت ۾ سُليمان ڏٺم.

(16)

سڪرڻ صاف ثواب وٺي ميان، صورت ۾ سبحان منهنجو.

اندر ساز سُرود سراسر، روحي راز رباب وي ميان،
دم ۾ آهي دڪان منهنجو.

سرسُجودي سجدو ثابت، ابرو ناز نقاب وي ميان،
نظر ۾ آهي نيشان منهنجو.

بيخودي جي باب برابر، طَلب واري تاب وي ميان،
مُحبت ۾ آهي مڪان منهنجو.

ظاهر ذات صفات جو اولو ٽيم قلب ڪتاب وي ميان،
باطن ۾ آهي بيان منهنجو.

احد احمد اَصُل ڪان آهي، سهڻو سوال جواب وي ميان،
سبق صحي سُليمان منهنجو.

(17)

دِل دِلبر جي ديدار ونگي، ڏٺم روپ حُسن جنسار جنگي.

ڏسي چشمن جا چمڪار اِهي، لڳا گھورن گھنبڊ گلزار اِهي،
نهن ٻگل ڳچي هس هار اِهي، نچ نقطا نوان نروار ننگي.

لڳي لعَلي لطف لک لب جي آ، لائي درسن ڏوم عَجب جي آ،
وڏي تار تنوار طَلب جي آ، سٽڪا صئڄن ڪيا سينگار سنگي.

ڏنو جوش انهين بيهوش ميان، ڪيو سوز سَٽي مدهوش ميان،
پي جام جوهر مئي نوش ميان، ريخت راحت نيو رُخسار رنگي.

آيو عِشق عَجب ٿي سلطان ميان، لک بي مثلي جا بيان ميان،
سر سَمجھ سيئي سُليمان ميان، ڍِل ٻول الستي انوار ٻنگي.

(18)

سانون سَٺر هويا دِل من دا وي، جند جوت جمال جشن دا وي.

ڳل عِشق دا ٻڌم احرام ميان پِيوان پرت پيالا جم جام ميان،
وِصل يار دي وچ صبح شام ميان، جٿ عين گلستان عدن دا وي.

دِل ڪعبہ قدسي مدام ميان، اُٿ ساڏا صاف سلام ميان،
پڙهان پرت والا پيغام ميان، چهرا روپ حُسن دي چَمن دا وي.

سَٺ باب حرص دي ڇَن ڇوڙميان، ٿڳي شان شرم دَي ٻن ٻوڙميان،
ٿيس وحدت ڪثرت جوڙميان، سڏ سهٹا صاف ثمن دا وي.

ڪِتا لآحد لآ مڪان ميان، نهين جاءِ جنت غلمان ميان،
ڪيتا سٺر صحيح سُليمان ميان، هادي حال حَسين حُسن دا وي.

(19)

ول ول اسا ڏي ويڙهي دِلبر پاتي آ جهاتي، ظاهر بذات ذاتي.

ظاهر تي ڪِيتس زوري، پائي دام زلف ڏوري، لڪ ڇپ دي نهين چوري،
جاني جهاتي ازل دي پاتي.

نينان لڳي نظاري، پلپل پرين پياري اکيان دي، الٿ اشاري
لون لون تي لات لاتي.

ابرُو دي عين عالي، موهن سَدا متوالي، چشمان دي عَجب چالي
دم دم تي ڏينهن راتي.

مزگان دي فوّج پڙڪي، سر ساهہ سيني ڪڙڪي، سُليمان ماري ڪڙڪي
ڇم ڇم لڳي هي ڇاتي.

(20)

تُم جانون هم نا بولا هي، ايءَ آپ الک ڇت چولا هَي.

جتان بي مثال دا بيان هويا، او راز رضا رحمان هويا،
اٿ حاضر ڪب انسان هويا، يہ بول تي قوّل سبُولا هَي.

جتان محوِ معنيٰ سلطان هويا، ويکو ثابت سَچ سبحان هويا،
يڪ نقطا نام نيشان هويا، اُٿ آوڻ جاوَڻ ٿَو لا هَي.

جتان دفتر هِڪ ڏَيان هويا، اٿ علم عقل نہ مڪان هويا،
مئين حيرت وچ حيران هويا، وچ سڀ مظهر دي موليٰ هَي.

جتان ثابت سر سُليمان هويا، اٿ مالڪ ملڪ جهان هويا،
دم مقصد او مئخان هويا، اي سئر صفت تڪ تولا هَي.

(21)

ڪِيتا عِشق اول اختيار اسان، نہ ڄاڻون عقل ڪُون دم يار اسان.

آيا عِشق اڳڻ عقل دور ڳيا، سارا حال اَصُل تي مخمور ٿيا،
مليا دِل دِلبر نظر نور پيا، صورت سور حُسن هي سَرِدارَ اسان.

ڪِيتا بره پلا ٿيا آباد اڳڻ، رَتي نينهن نسنگ دي سؤ لک مڻ،
ڪر ول چل آيا يار سڄڻ، ڀَني پانءِ حرص دي بيڪار اسان.

سر سبق ڏتا رهبر راز اتي، شائق شؤق شهنشهہ شهباز اتي،
پيا ڪن پڙلا دم آواز اتي، لائي هادي حُسن هبڪار اسان.

صحي سُڏ اَي سُڻون سُليمان ڪنون، ٿيو واقف تنهن عنوان ڳنون،
هر دو جهان دي احسان ڳنون، سو مدني مٺا هي مهندار اسان.

(22)

دِل درد وارن کي پيار ۾ نوان، ہڏا عِشق اَصُل احرام نوان.

سي پير پرت ۾ پائن ٿا، پُربار بره سِر چائن ٿا،
لعَلي لال لڳن تي لائن ٿا، ڪنيو آڳ اچن ٿا انجام نوان.

نہ دِلبر ڪان دم دور ٿين، مليو مُحبت ۾ مخمور ٿين،
عاشق ازل مٿي وائي ورڻ نہ ڪن، مچ مُحبت من تي مُدام نوان.

انهين رمز رِندي ۾ رند رهن، دم جاني جدا ساعت ڪِين سهن،
جُنگ جام انهين ۾ جوڳي ڄِين، ڪن قربي قؤل ڪلام نوان.

ملي مانجهي منجهہ مئدان اچن، مثال پتنگ پاڻهي پاڻ پچن،
سڪ سؤز ثمر سُليمان سَچن، اهي طَلب وارن جا طعام نوان.

(23)

رمز رڳن ۾ رَباب، ڪنهن ورهہ واقف وڄايو.

راڳ ٿيو رهبر رباني، سيني اندر سؤز صاف،
عِشق جي انصاف ۾ هرگز نہ آهي ڪو حجاب،
تاب تنهن تن کي تپايو.

مئخان جي مجلس مني، مؤج مستي مُشڪ ناف،
تنهن خوشيءَ خوشبوءِتي نشان ٿيا نڪري نواب،
تن قدم ڪئفي ڪڍايو.

قؤل کي قائم ڪري، مردن ڪيو من ۾ مصحاف،
تنهن امُر احرام ۾ ٿي ويا ڪامل ڪباب،
پير تن پوئتي نہ پايو.

نت چڙهيا نيزي نظاري، قرب وارا ڪوهڪاف،
قد قوَت ڪعبہ قديمي، منهن مثل آهي محراب،
تنهن ۾ ٿيو سجدو سوايو.

ٿيا فنا فاني فقر ۾، سهو سُليمان معاف،
گم ٿيا گريبان ۾ ثابت ڪري صورت ثواب،
هي راز رِندن جو اي رايو.

(24)

نينهن سر آيو نواب، روبرو جنهن رنگ رچايو.

طعنا ٽُنڪا بره وارا، سڪ وارن کي ٿيا ثواب،
ڳل ڳچي پائن ڳهڻا، ٿيا ڪُسي تنهن ۾ ڪباب،
تن لطف لايو ٿيو سجايو.

عِشق جي آتش مٿي مرڪي ڏسن مک ماهتاب،
مُحبت ملي مانجهي اچن ڪاٽي حرص جا سپ حباب،
جذبي جيءَ جلدي جڳايو.

عِشق جي شاهي حڪومت جو پيئن شائق شراب،
قبل ماضي ۾ ڪسوٽي جا ڪليا شعلا شتاب،
تن کي شهه شهباز چايو.

سي چشم جي چوٽ چڙهيا، نَاز واري نت نقاب،
سُرت سان سُليمان سالڪ وِهن بقا واري باب،
تن احد اِظهار الايو.

(25)

آ مٺا مِل ماهي مٺون، دم نہ جاوين دور.

دِلبر اگهڙ اسا ڏي آوين، پيِر پرت دا پرتئون پاوين،
کل ڦُل سهڻا چشم چہ جاوين، نَاز تئڏي هن نِت نور.

دردا سا ڏي نون ڏي دِلاسا، صاحب صُورت خاص خلاصا،
پرچ پيارل ڪر نہ پاسا، مست قِران مخمور.

قدمُ عِشق دا قائم تيرا، آپ ٻُلا ڪر پاوين پيرا،
سر سجودي سجدا ميرا، مُحبت ڪرين منظور.

سُليمان سُڄاڻ تون سوئي، سڄڻ نُون معلوم حال سيوئي،
سهڻا نوازي ناقص نوئي، ظاهر باطن سو هي ظهور

(26)

سڪ سڄڻ جي سهي سهي ميان، اديون ڪيَس اڄي عِشق اياڻي.

نيڪ نصيحت عِشق نہ ڄاڻي، پنهنجا حُڪم هلائي ٻاڻهي
نہ ريءَ وچڻ دِل رهي رهي ميان، نوڪ نظر ڪئي نِسنگ نماڻي

ڪاف ڪشالا ڪنديس ڪاهي، وڄان لوڪ لاڳاپا لاهي.
وڏو قرب ڪوهيارَ جي ڪُهي ڪُهي ميان، پُنهون پرڄائي پِيان ات پاڻي.

ذات برهمڻ آهيان پوري، گهاٻ هان گهوٽ جي گهوري،
لڪ لتاڙيان لهي لهي ميان، ذوق ڏوريندي وندر وهاڻي.

وس بنهنجي ڪان ڏِل ويئي، ڏجي ڀينهن نہ آهيان نيئي.
پانڌي پڇان ڪو پهي پهي ميان، ڏسان ڀرت جي ٻاڻ پڇاڻي.

بولي ٻاروچي آهي اهنجي، سڪ ٻار لاءِ سيمان منهنجي
ڪيچ ڏي ويندس ڪهي ڪهي ميان، ڪم مينديءَ پنڌو ٻڌاڻي

(27)

جنهن ٻاروچي سان ٻول، سا ڪيئن وساري ويهي ويچاري

ٻول ٻروچ سان ٻڌائين ٻئي، هٿئون ڳالهہ ويچاري جيْ ويئي،
ڏوري ڏسندي ساجن سو ئي، جنهن جو ڪوهياري سان قؤل،
تانگهہ طلب آهي ترت تياري

عِشق عجيب جو اَصُل ڪان اهڙو ڪري بيان تنهن جو ڪهڙو
جَيرا جؤش جلائڻ جهڙو سا رَهي ڪيئن منجهہ رتول،
ڪئي نظاري نينهن نياري

شهر ڀنڀور ڪان هلي هوڪاري، پٿيون ٻڌي پيرن تي پڪاري،
ناڪا نديون نِسنگ نهاري، ڏيندي وندر ۾ وڙول،
لڳي ڪا نہ قرب ڪي ٻي ڪاري

ڏس ڏونگر جو ڏنس ڏهائي، تنهن وسوڙل وحد وهائي،
صورت سر جي تيَس سهائي، لتس هيئين جا هول،
ڪئي ٻَرن ۾ بره بهاري

هڪلي حَب جو لنگهيائين لانگهو سڪ سَچيءَ کي تار ٿيو تانگهو
چِڏي هلي سا سِر جو سانگو ات اڪيلي کي تہ الول،
رهي ياد يگاني جي ياري

سُليمان نيَت کي نيندي، طرف تبيني تن جي تيندِي،
هِڪ ڏُڪ جام وصال جو پيئندي، پجي پيس اتي پول،
پِرت پريِنءَ ڪئي پورهيت پياري

(28)

عاشق رمز انهين وچ رهندي، آن الحق هن اَصُل الئندي

بره حُسن دي بيک بناوَن، قدم ڪلالي ڳُڏ ڳُڏ چاون،
مُوٺو والا ماڳ ملهاون، ترڪ حلال حرام نہ ڪاندي

مارَن ڏاڙا ڏُردَي ڏن دا، درد فيراق فِقر دي فن دا،
خيال رکن ول صاف ثمن دا، ڪات ڳُسڻ دا سِر تي سهندي

ثابت سوُز انهين وچ سڙ دي، چشمان والي چاڙهي چڙهدي،
هَم خدائي پرتئون پڙهدي، ڪڏهن احَد ڪڏهن بندي

سر سُليمان تہ راول رنگي، لائق لعَلي جوڏئون جنگي،
ڪڏهن شرابي ڪڏهن ينگي، لقب اهو هِن لائق لهندي

(29)

لاءِ سان لڳيس لاءِ ڪيئن لاهِيان ساڳي آهيان سائي رَتي جيڏيون.
قوُل قرب جو ڪيڙم ڪهڙو، اَصُل پيوند پرت جو پيڙو
حيلو وس وخُوف مون ويَڙو نينهن ناتي آهيان نائي.

پيچ پنهل سان پهرين پايم، باري بار برهہ جو چايم،
روز ازل کان اَصُلي آيم، طلب تنهين آهيان تائي.

هَئي پيالو پِرن پياريو، ڏيهہ ڏسڻ جو ڏُک ڏيکاريو،
ٻول ٻروچ جي ٻارڻ ٻاريو، چاهہ تنهين جي آهيان چائي.

سڪڻ سڪ جو سبق سيکاريو، علم حِلم جو ورق وساريو
ناز واري پنهنجو ناز ڏيکاريو، گهور حُسن جي گهائي.

يار يگاني سان مون ياري، زور ذرو نہ آهي زاري،
وڌم ڳل ۾ ڳولي ڳاري، دِل ورهہ جي وائي.

سُليمان سئر جي سانگي نِسنگ نينهن نهوڙيس نانگي،
ويس وصال ويراڳي وانگي، دِلڙي سور سُجهائي.

(30)

ٻول ٻڌل آهيان ٻانهي، حجت هوتن سان نماڻي جي ناهي الا.

اَصُل اڙايم عِشق اکين سان، پلو يار حُسن ڪيس حيراني،
قربئون وينديس ڪيچ ڏي ڪاهي الا.

ورُ تہ وساري وري نہ وِهنديس، پلو يار جڙ تہ هٽي ويم جاني،
بري هن پنيور ۾ چوري جو چاهي الا.

سُمهان سٽيو ٽيون سوين ساهيڙيون پلو يار ڪنديس ڳچي ڳل ڳاني،
نينديس نسنگ تي نينهڙو نباهي الا.

ڏونگر ڏوريندس جُوءِ جتن لاءِ پلو يار احمر تي عُرياني،
ڪمر ڪنديس سفر ۾ ساهي ساهي الا.

عَجب اُتن تا اڌما اندر مان. پلو يار پُور ڏنم پريشاني.
وينديس لاڳاپا لحظي ۾ لاهي لاهي الا.

پار پنهل جا صورت سُليمان پلو يار پسند اٿم پيشاني،
سنت آءُ ڏينديس سِر نہ سنباهي سنباهي الا.

(31)

وسارڻ ڪان آهيان ويئي، پلو يار
پهرين پنهل سان پيچ مون پايو پاينو.

پيچ پنهل جا پهري دم پيَڙا، پلو يار سونهان ٽيندم سيئي،
رهبر ڪنديس روح جو رايو رايو الا.

نينهن نهوڙي ناز آهيان نيڙي، پلو يار پار پرينءَ جي پيئي،
طلب حُسن جي آهي تن تايو تايو الا.

سِرڄي سُور پرايم سر تيون، پلو يار ڪل تہ اوهان کي ڪيهي،
عِشق عجيب، جو چُمي مون چايو چايو الا.

اکيون اڙايم ساڻ اکين سان، پلو يار رمز انهين دِل ريهي،
ڪاڻ ٻانيڻ جي اَصُل تي آيو آيو الا.

ثمن سُليمان ملڪ مُدامي، پلو يار ڏيهہ ڏيکاريم ڏيهي،
ڪيم قديمي صحبت سايو سايو الا.

(32)

بيشڪ بات ٻِرهہ دي باري، عِشق واليان گڙ آئي هَي.

مُلان قاضي مسلي پڙهدي، ڪول ڪتابان اکران اڙ دَي،
اهو ئي حرص هوائي هي.

عاشق اپڻان آپ جلاوَن، اندر ٻاهر احد الاوَن،
اها صاف صفائي هَي.

پيَر پتنگ تي پڙ وِچ پاوَن، قدم پنتي مُور نہ چاوَن،
اُنهان خيالَ خدائي هَي.

سُليمان صحي ڪر صورت، اول، آخر موهن مورت،
فائق جا فرمائي هَي.

## ڪافي روپ لوڙائو

(1)

مئين تہ اياڻي، عِشق اڙانگا، ساعت صبر نہ سهندا هي
درد مندان دي دِل تي دائم، آر اهو ڪر آندا هَي

بِرهہ بهادر بيڪ بشر وچ، راز ڇُپا رنگ رهندا هَي
آپ چڪن تي آپ تي آپين پيچ پرت دَي پَئندا هي،
نانگ نرالا نينهن نسنگ چا، نَيهي نات نچئندا هي،
خون جگر دا خُرش تَنهيندي، خيال اهو رک ڪاندا هي،
سؤ سلطان سڪندر جيهي، حُڪمئون حُڪم هلئندا هي،
جتان جاءِ جواب نہ ڪوئي، اُت واقف تي ولئيندا هَي
گورک نات تي مست مُحمد، دونهان درد دُکئيندا هي،
سؤ علماءَ علم دي عالم، ڪافر ڪفر ڪمئيندا هي،
سُليمان هِڪ خيال خدائي، مُور نہ من وچ ماندا هي،
لاڪنون لنگهہ لاحد دي وچ، ٻيت ان الحق ڳاندا هي.

(2)

مردان دا اقرار اڪابر، ڪرنا، مُور نہ ڦرنا ري

ظاهر ذاتي ڪر اثباتي، ذوق زبح دي ڪر هٿ ڪاتي
اور خيال نون چرنا رَي

هِردي اندر هر دم ڀادي، دم قدم تي وحدت وادي،
اِي سَئر سِري دا سرنا رَي.

مُحبت دا مئخان مُدامي، ظاهر باطن، عِشق انجامي،
پرت پيالا ڀرنا رَي.

سُليمانؔ سِر صحي سجاتا، پير پتنگ تي، پڙ وچ پاتا،
موت ڳنون اڳ مرنا رَي.

(3)

ڪيا نَاز نيڻن نسنگ تي نرالا،
گهوُرن گهُنڊ کُليا عَجب چشم چالا.

عاشق ات اچن تا، پيو مَئي مچن تا،
رمز ۾ رچن تا، پيَن سي پيالا.

حُسن سوپ ساري، تو ڪتي راند بارِي،
ڪري تو بهارِي، بيحد بي خيالا.

نظر نيم خوابي، سندس لاجوابي،
محب ماهتابي موهي متوالا.

سُليمان وسن تا حال ۾ حُسن تا
سي عاشق ڏسن تا، رنگي روپ رهلا.

(4)

ذات چوي ڪو صفات چوي، مان اهو تہ اَصُلئون آهيان.

غير چوي ڪو سئر چوي، ڪو پَر ۾ پورو پير چوي،
ڪو دين مذهب وير چوي، مان اهو تہ اَصُلئون آهيان.

سَدّ چوي ڪو بد چوي، ڪو روڳي راهون رد چوي،
ڪو نيڪ نسارو ند چوي، مان اهو ئي تہ اَصُلئون آهيان.

ڪو مير چوي ڪو پير چوي، ڪو ڪامل قطب ڪبير چوي،
ڪو شائق شمس شبير چوي، مان اهو تہ اَصُلئون آهيان.

ڪو شرڪ چوي شيطان چوي، ڪو آدم ڪو انسان چوي،
ڪو هندو يا مسلمان چوي، مان اهو تہ اَصُلئون آهيان.

ڪو گيان چوي ڪو خان چوي، ڪو عاشق عاليشان چوي،
ڪو ساڳي سُليمان چوي، مان اهو تہ اَصُلئون آهيان.

(5)

مَئين تہ خيال خيال دي حِزقي، شوق شهانا مَئين وو مئين.

سوز سراسر صورت ساڳي، مست مئخانا مَئين وو مئين،
محوِ مجنون مئي دا مالڪ، درس ديوانا مَئين وو مئين.
اَصُل عوشاق شمع دا شائق، پڪ پرأوان مَئين وو مئن.
سُليمان بدن وڄ بيرنگ، ذوق زمانا مَئين وو مئين.

(6)

دين ڪفر اسلام اَصُل، آ عِشق ڪيتي اِظهار ڏوهين،
الست بربڪم قول قُلي، آ قرب ڪيتي قرار ڏوهين،
ذات ظهورا ظاهر باطن، آ دِل ڪيتي ديدار ڏوهين،
بهشت بهاني دوزخ دڙڪي، آ برهہ ڪيتي بيڪار ڏوهين،
علم عقل چون عِشق نہ جاڻي، آ ٿرڪ ڪيتي تڪرار ڏوهين،
ميم مُحمد عين عَلي، سُليمان ڪيتي سَرِدارَ ڏوهين.

(7)

اسان اُنهين دي او اساڏا، لوڪ دي نال هي ڪيها لاڳاپا.

ظاهر زور زياده ذاتي، قرب بنان سي ڪوڙ اڪاپا،
دنيا دؤر تي اور عقبيٰ، اهو تہ لوپ لباسي لاپا،
رهہ مخمور محو وچ مستي، نيهي نينهن دا نوان نياپا،
ويک سُليمان صورت ساڳي، قدم قديمي جوش جِياپا.

(8)

جڙيا پايو ٿا جان جلايون، قادر ڪفر جا آهيون يار.

قول قلبي ڪعبي اندر فرض فقر جا آهيون يار،
اسم اَصُل اثبات اسان کي ذوق ذڪر جا آهيون يار،
نسل نقل کي نيڙا ناهيون، ساجد سِر جا آهيون يار،
سُليماني سبب اسان جو نيڪ نظر جا آهيون يار.

(9)

نينهن نظارا نينان لايا، دِلبر دي ديدار دا، ماهي يار دا.

اسم جسم چُون ٿيا اثباتي، جؤش جنگي جنسار دا، ماهي يارا.
دام دِلاورِ دل ڳون پايا، روپ رنگي رُخسار دا. ماهي يار دا.
ويکڻ سيتي وِسر ڳيو سي، ساءِ سيو سنسار دا، ماهي يار دا.
سُليمان ڪي سمجهن سالڪ، گهرا گُل گفتار دا، ماهي يار دا.

# ڪافي روپ پيم پِلياس

(1)

لا نينهن نسنگ نروار وئندَي، سورهن سوريءَ سِر سينگار وئندَي

پير پرت وچ پورا پاڙن، بار برهہ دا چشمان چاڙن،
اناالحق دي ڳالهہ سي ڳاون، رک عِشق اتي اعتبار وئندي،

باٽڙ بيائي والا بالَن، دم قدم تي جوڏئون جالن،
ٻول الستي پهلون پالن، او پَڌري تي پڳدار وئندي،

جڳ جڳ جوڙ جلالي جوڙن، مرڻ ڪنون سي مُنهن نہ موڙن،
ٽڳي صاف صفاتي توڙن، معنيٰ ملڪ اُتي مُختيار وئندي،

ڪار ڪلالي ڪاهہ ڪريندي، بحر بقا تي تار ٽڙيندي،
مُوٺو والا ماڳ مٽيدي، پا حال حلاجي هار وئندي،

باب بيخودي دي پڙهدي، چاڙهہ چڙهڻ دي چاڙهي چڙهدي،
وحدت والي ويڙهي وڙدي، تي عاشق بن اِظهار وئندي،

عشق واليان دي اُلٽي بازي، سمجهہ سُليمان تن وچ تازي،
راهہ رضا تي رهندي، راضي، نَذ عمران نال گُذار وئندي،

(2)

ڏِل نان نينان ڏي گهُور گهتي، سڪ سوز صورت دي صَيف سَتي.

ناز نينان دي حُڪم هر ڪارَي، مارن شاهه سڪندر دارَي،
ڪرن مير امير ويچاري، وتن او لاڏ لباس لتي.

چَلپل چشمان دي هي چالي، موهه گهتن مشتاق موالي،
جذب جڳاون جؤش جلالي، سي ميل گهَتن سر ڏوڙ مٽي.

جتان تارَي مارن طعني، تيون دانهه دُرس ديواني،
چوڙن خالي تخت بيگاني، او وطن وصال دي وال وٽي.

جتان حملي حُسن دي آوَن، دور عقل مت هوش تي جاوَن،
اُتان پير پتنگ ڪي پاوَن، ڪڙي گوءِ ميدان تي خان ڪٽي.

نسنگ نوڪان نيم بي خوابي، سُليمان اهي عين اعرابي،
جيئي ويڪن تيون وهابي، او وجن تقوا دي ماڳ مٽي.

(3)

وه آر ڪِيتو ئي آوڻ دا، نال عِشق دي رمز رَلاوڻ دا.

خيال وچون هڪ خيال ڪِيتئي، آ پوتا بشر بحال ڪِيتئي،
ڪم ڪاريگر تي ڪمال ڪِيتئي خوش خاڪ مٽي دي ملاوڻ دا.

خاڪ خوشي دا حزق پائيئي، تنهن وچ اپنا آپ لڪائيئي،
تي نرالا حُڪم هلائيئي، ڪر شاهِي طلب وڃاوڻ دا.

قلبي قول قرآن ڪِيتئي، ظاهر ذوق زبان ڪيتئي،
من فذڪر دا فرمان ڪيتئي، سِر سپ ڪنهن دي سڻاوڻ دا.

ڪمتر عبد ڪري ڪيا گويا، سُليمان حيرت وچ هويا،
اِي قدر هار حُسن دا پويا، صحي ساز سرُود سڻاوڻ دا.

(4)

دِلبر نال اسا ڏي ڪِيتيان ڳالهڙيان، رک عَجب عجائب چالڙيان.

ڳالهہ اِنهين دا حال اهو ئي، سالڪ سمجهي سَئر سيوئي،
اور نہ جاڻي اي ڪل ڪوئي، لهي سهڻا سار سنيالڙيان

ڳالهہ ڳجهي سُڻ عاشق آندي، پير پتنگ تي پڙ وچ پئندي،
رُخ ربي نال روح رِيجهئندي، ڪيا پُرجهن پاڙي والڙيان.

ڳالهہ ڳهلي سڻ قرب ڪريندي، مانجهي مَٽي پئي مئين مريندي،
صاحب ساهہ پساهہ سَريندي، ڪر محب مٺيان مک مڪالڙيان.

ڳالهہ اِنهين دا پري پسارا، عِشق واليان دا نوان نظارا،
سؤز سيني دا سهڻا سارا، ڪن قرب وهايان ڪاتڙيان.

ڳالهہ اِنهين دا ڳوپ ڳُليندي، ورق وجودي فقر قُليندي،
قادر طالب دي چست چليندي، سي چمڪن چُوهون چاتڙيان.

ڳالهہ انهين دا شاهي شان، دِلبر ديرا لايا دڪان،
ساز ٿنهيندا سر سُليمان، هن برهہ بُلايان باتڙيان.

(5)

پنهنجي راءِ رنگي رهبر چلي چؤغان ۾ آيو
ڏيکاري مام معنيٰ جي احد انسان ۾ آيو.

چلائي چال چشمن جي، ڪري چؤڏس چٽو چهرو
ٻڌي دستار دُر دائم، منگهن مئخان ۾ آيو.

ميسر ميم ٿيو مظهر، پهري پوشاڪ پنهاني،
وٺي شڪ شاه شبهاتي بدن بُستان ۾ آيو.

بنائي بيک بيرنگي، آيو برسِر بهاريءَ ۾،
عقس عادِل عِشق لائي ملي ميدان ۾ آيو.

وڄائي نينهن جي نوبت، سُٽائي صاف ٿيو صوفي،
ڪري سينگار سِر سرور، صحي سُليمان ۾ آيو.

(6)

صوفي سالڪ سرت والي سڪندر هُون سڪندر هُون
قرب دي ڪار تي قائم، قلندر هُون قلندر هُون.

صاحب سر سوز دي سالم، بهادر بي ريا بالم،
علم لُدني دي هُون عالم، حِلم در هُون حِلم در هُون.

ڪيتي آ عِشق اِظهاري، باطن بيچون بهاري،
طلب توڪل دي تياري، تونگر هُون تونگر هُون.

جلالي جوش ڪر جائز وِصل وحدت والي واعظ،
فقر دي فوج دي فائز اسم در هُون اسم در هُون.

ذاتي زز ذوق هي ظاهر، معنيٰ مضمون تي ماهر،
جهڙي اندر تهڙي ٻاهر، نظم در هُون نظم در هُون.

مدامي موج دا مالڪ، صحي سُليمان سَچ سالڪ،
اپني خاص دا خالق، حُڪم در هُون حُڪم در هُون.

(7)

سر ڏئي سوري چڙهڻ، هي شائقن جو آ شڪار،
پِرت جا ٻنا پڙهڻ، هي شائقن جو آ شڪار.

قائم قابو تي قدم تي قرب سان ڪاهيو رکن،
ويڙ وحدت ۾ ويڙهڻ، هي شائقن جو آ شڪار.....

روبرو رُخ راز جي راهہ تي رِيڏا وتن،
رمز رنديءَ م رچڻ، هي شائقن جو آ شڪار....

اَصُل اڙانگي آرَ تي، ارڏا اڏيءَ تي اچن،
قؤل قليءَ ۾ ڪُسن، هي شائقن جو آ شڪار.....

بي برابر بار برهن جو ڪٽن برسر مٿي،
ان ڪيل ۾ ڪپ تي ڪڙڻ، هي شائقن جو آ شڪار.....

جيم جسمي جوڳ جوڙي، جوڳ ۾ جوڳي جلن،
مٿي مستي ڪان نہ مڙڻ، هي شائقن جو آ شڪار....

زَي زياده زور ذاتي، ظاهر اٿن زر ذوق جي،
ان تاب ۾ تڪبر تڙڙ، هي شائقن جو آ شڪار.....

سر بسر صورت صفا، صاف ڪن سُوجهي سهي،
سڪ سوز ۾ سُليمان سڙڙ، هي شائقن جو آ شڪار....

(8)

اعَليِ اسم عَلي دا اڪبر نہ گهون ڪِيون،
عادِل هي عِشق والا انور نہ گهون ڪِيون.

احمد عَلي دي ياري، برادر نبيءَ دي ساري، هر جنگ فتح تياري،
صفدر نہ کهون ڪِيون.

ڪامل ڪفر ڪنبائي، عَلي نام ور سڌائي، دشمن دا سر اڏائي،
حيدر نہ کهون ڪِيون.

احمد علي نہ هِڪ هي ڏون جاٿي سو مشرڪ هي عَلي دي دِل نون سڪ هي
منور نہ کهون ڪِيون

دِل دِل ۽ عَلي آيا، ڪنهن ادرڪني الايا، خئيبر دا سر وڃايا،
اظهر نہ کهون ڪِيون

سَليمان هي ثناگر، پينار منگتا پاڪر، ڏيندا دان سر دِلاور،
اطهر نہ کهون ڪِيون.

(9)

شهنشهہ شوق جا شائق، نسنگ نيشان ٿيا نيڙا،
بقائي بحر تي بيشڪ، پري پيڙا ٿا ڪن ميڙا.

نظر ڪن نانهن ۾ نيهي، ڏسن دِل جي اهي ديهي،
وصالي وات تي ويهي اڏن وحدت جا ويڙها.

زياده ذوق سان ضم ضم، خدائي خيال ۾ خم خم،
پِين ٿا جام سي جم جم، نظاري نينهن جي نيڙا.

عَجب آواز اويسي، مدامي موج مهيسي،
اڙائي ديد دم ديسي، پرت جي پور ۾ پيڙا

بَڏا سي ٻول جي ٻولي، ردي رسمات تن رولي،
ڪري حق حال جي هولي، آيا جهڙا ويا تهڙا.

سَمجهہ سُليمان تون سر سان، ڳولي ڏس يار گڏ گُر سان،
صراحي ساز جي سر سان، اَصُل احرام ٻڌ اهڙا.

(10)

ناز نيڻن جي نات نرالي، حيران ڪيا سلطان سوين.

سئ سيان سڪندر جهڙا، سيئي پروان پڌر پيڙا،
ر تار بيبس ٿيڙا، نت نينهن ڪيا نيشان سوين.

عجائب عِشق ٿيو اظهر،شاخ نبات تي نيڪ نظر،
ديوان مجنون منتظر، ڪيا حُڪم حُسن عريان سوين.

منصور سوريءَ تي سواري، شمس پرت شرع سان پاري،
سرمد سر بلاول باري، قرب ڪيا قربان سوين.

دم دم آيو حُسن حقاني، الانسان و سِر سبحاني،
مثل زليخان يوسف ثاني، صورت ڪيا سُليمان سوين.

(11)

ڏيئي اعتبار اکڙين جا، جُسد جاني جيارين ٿو.

بيرنگ بازار جي بازي، ڪٽن تا گوءِ گڏ غازي،
طلب تحقيق تن تازي، سڏي سوري سيڱارين ٿو.

سراسر سوز تي ساقي، ڪرين يڪ يار ٿو ياقي،
سڏي قربي بره باقي، ڏسڻ جو ڏيهه ڏيکارين ٿو.

علم لدني مٿي عالم، سَچا صاحب ڪرين سالم،
بهادر بي ريا بالم، سبق سهڻا سيکارين ٿو.

صدر سُليمان سويلا، اچن عاشق تي اويلا،
مٿي مٽ تي سي ڪن ميلا، پرين پِرتئون پيارين ٿو.

# ڪافي روپ جوڳ

(1)

جي باب برهن جا پڙهيم، سڪ سوز سيکاريا سڀ،
درسن ڏُبارا دِل ڪُليا، ڏاهي ڏيهه ڏيکاريا سڀ.

مئي منجهان محُڪم مچي، پيتم پيالا پُر پري،
ويسهه وصالي واٽ جا اڄي پرت پياريا سڀ.

طبلا ترانا تار تن، ساز سَنرا سُر ٿيا،
وحدت وِصل واپار يار، ٻيا ورق وساريا سڀ.

نيهي نظاري نوڪ تي، نوان نشا ٿيا نينهن جا،
جذبي جلالي جوش سان، اڄ عِشق اٿاريا سڀ.

لآءِ تي لاحد وڃي، سُليمان ڄاتو ڄاڻ ڪي،
سالم صفا سهڻا ڏٺم، دم سڄڻ سينگاريا سڀ.

(2)

ديدار دِلبر جو ڏسن، اسرار اکين ۾ پسي.

مشتاق ٿيا محبوب تي رهبر رنگي رُخ روپ تي،
خالص ٿيا خوش خوب تي، رند رمز رندي ۾ رَسي.

نظر سان نينهن ڪيا نانگا، ويا نِت نانهہ جي نجهريءِ،
واقف وصالي واٽ جا، ويا ويڙ وحدت ۾ وسي.

مردن سندي مٽي مام جي، اُت عِشق جي اسلام جي،
قائم قلبي ڪلام جي، ڪل ڇا ڄاڻن ڪدڙا ڪسي.

سُليمان گُر گيان ري، دم دم ڏٺي ڌيان ريءِ،
نيَت نيڪ نيشان ريءِ، ٻي ڪار سڀ ڪوڙي ڪسي.

(3)

درد وارن کي وو منهنجا يار، ڳل نہ سڪن ٿا ڳوڙها.

درد سندن آ دارون، معرفت من مارون،
شرع شريعت پارون، ڇني ڏنا ٿن ڇوڙا.

برهہ ڪيا جي بيمار، آهہ اندر پيو آزار،
لڪڻ تنين ٿيو لاچار، لڇ لنگهي ويا لوڙها.

ذوق ذبح زوالي، جذبي جوش جلالي،
سي ڪين هٽن حلالي، پرت ڪنا ٿي پوڙها.

حق حملو ڪِيو هلن، سنئون آهي سود سندن،
رمز رندي کي رد رسن، ٻيائي کان ٿي ٻوڙا.

نَاز نهوڙي نيا: سي تہ ورڻ کان ويا،
وس کان بيوس ٿي ويا، سي نہ ٻڌن گهر گهوڙا.

جٽ ملڪن کي منهن مير، وڃو وجهن اتي ٻنگ ڍير
پسن پراهون ٽا پير، جوڳي ڪيو جنگ جوڙا.

ترڪ جنين ڪئي تدبير، عِشق تنين ڏيو اڪسير،
سي نہ پڇن پڙهيا پِير، ڏيج تن کي ڏوڙا.

نينهن نيڻن جا نيشان، سينو سُپر تن سُليمان،
ڪاهيو سهن قرب ڪان، صورت کي ڏي سوڙا.

(6)

درد وارن سان دِلبر جوڙ جانب ڏي هيڪر.

هر هر پور پيچ پون، ڪر پرچي پرينءَ اچڻ،
تو آئي سونهن اڳڻ، گهُري گهايل مِهر نظر.

عرض عجز آ غازي، ڏي مجروح تي راضي،
ڪر ڪو ڪرم دِل سازي، آهين اڪين جو اوجر.

ڏني تو ڏک ڏور ڏين، ڏسي اکيون جيءَ جِين،
آهن اڃايون پيڪ پيئن، ور وارث ڪر واهر.

سچ سُليمان سجڻ ڏسان، گڏ گوڏي تنهنجي وسان
راز رکين تہ راز قرب ڪٺر ۾ عين اثر.

(7)

سڪ جي سِاز جو آواز ڪيو دِل سهٽي ات پرواز.

عِشق اچي ڪيو آرو آهي اَصُل وس وارو،
هوش حيا ڏيو ويچارو نينهن ڪرايو نيڪ نياز.

اول علم جا عالم، بي بها ٿيا بالم،
غوث قطب سؤ سالم مست ڪيا موهي مجاز.

هٿ حافظ در ديوان، ڪُل ڪاتب ڪاري قرآن،
حُسن هٽي ڪيا حيران، ڪاٽي نيت ڪِتي نماز.

حد بيحد جي ٻولي خيال خفيءَ مان کولهي،
اندر ٻاهر هِڪ هولي، پرت پڙهايو برهہ بياض.

جت هي هو حاضر حق، ات سُليمان شرڪ نہ شڪ،
پرت پسي ڪئي پوري پڪ، ترڪ ٿيو رسم رواز.

(8)

دِلبر وڏا دِل کي دام، خؤف ختم نہ ياد قيام،

توڙي عقبيٰ جنت جايون، پرينءَ ري پيرنہ پايون،
گڏ پنهنجي يار جاڳايون، قائم قرب قول ڪلام،

موهي مُحبت ڪيو منظور، ملڪن ۾ دم مشهور،
تاب جلايو آهي طُور، پرت پُڇايو هي پيغام،

فرض فنا ۾ فاني ذاتي ذوق زباني،
راز رندي رحماني، صورت کي آ صاف سلام،

شوق شريعت شاهي، وحدت ري نہ ٻي وائي،
ترڪ طمع گدائي، من مخمور مست مدامي،

راڳ رباب ٿيم رهبر، خاص لڌي خيال خبر،
ڪيو سُر تي سهڻ سفر، انت نہ ڄاڻي ان جو عام.

نيڪي بدي نہ دِل ڄاڻي، موج ملامتون ماڻي،
موهيو محبوب جي ماڻي، عين عَلي ٿيو عِشق امام.

مست پيالو مئي جو پِيان، جام انهين ۾ جوڙ جيان،
سو نام سُليمان نيان، طلب منو آ تن طعام.

(9)

دِلبر تُنهنجي دِيدار ۾، لڪ لوڪ لِيا پائِيا،
عاشق آچن انجام تي، لاشڪ تنين سِر لاهيا.

سڪ سوز ۾ ڏين سهي، واقف ٿين وانچي وهي،
راز رهبر جي رهي، تن ڳيت اَنل ڳائيا.

زيب زينت جي هٽي، پهلوان ڪن پل ۾ پٽي،
سالڪ سُهٽي جو سَڏ سُٽي، عاشق عُقادئون آئيا.

موج مُحبت ۾ مچي، پروانَ ٿيا پڙ ۾ پَچي،
ويا نينهن جي ناتي نچي، ڪئو نَتل تنين ڪُڏائيا.

ڳولا ڳُجهي ڳجهہ ڳالهہ جا، هر دم حقي هڪ حال جا،
مَئي مَٽ متل مدمال جا، مردن ملي ملاهئيا.

گوهر گُر جي گِيان سان، ساڪن سدا سُبحان سان،
صورت سچي سُليمان سان، سُهٽا سبق سُٽائيا.

(10)

دلبر تنهنجي ديدار جو پينار مان آهيان هتي،
بيزر غلام بيشڪ بردار مان آهيان هتي.

هِت گهڙيون ڪيئن گهاريان، هڪ ويل نہ وساريان،
پرتئون پرين پڪاريان، لاچار مان آهيان هتي.

عاشق ازل جي اوج ۾، فالم فياضي فوج ۾،
مُحبت مدامي موج ۾، مهندار مان آهيان هتي.

حق عِشق جي احرام ۾، دم دم دم جي دام ۾،
قائم ڪل ڪلام ۾، قربدار مان آهيان هتي.

مزگان جي مئخان ۾، سليمان سر مئدان ۾،
نت نظر نيشان ۾، نروار مان آهيان هتي.

(11)

دم دي هي دم ڪُون دعالي، وه واه ڏمال دم دي،
خود وچ تہ خيال خُود هي، عاشقان دي چال نرالي.

آدم آ۔ دم سڃاتا، هي پرت پيچ پاتا، نيهي تہ نينهن ناتا
بيحد برهہ بحالي.

عاشق ٿي عِشق آيا، هر جاءِ حق سمايا، جسمي آجُون پايا
اسمي جسم جلالي.

لئيلي تہ خاص خانان، مجنون بره بهانا، درسن ڪيتي ديوانا
مُحبت ڪيا موالي.

سُليمان ڏيان ڏر تون، نيشان سر نون ڪر تون، توڪل دي تار تر تون
قائم قدم ڪمالي.

(12)

عِشق ڪيتيان ڳجهيان ڳالهيان،
سمجه سي الٿيان چاليان.

صاف تنهيندا ٿي سوالي، پا دَردان دل دُعالي،
رهہ مجذوب موالي، چا وِرهہ ديان واليان.

درسن تي دل ديواني، حال اتي حيراني،
ماٺي مزا مزگاني، لڳن لبان تي لعَليان.

جسم جلا جلالي، پي ڪئيف ڪل ڪمالي،
رهہ مستان ٿي موالي، ڀَر پي پرت پياليان.

مَٿي مٺ پي مردانا، نظر تي ٿي نيشانان،
سڻ سَمجهہ اي سليمانان، رک چشمان ديان چاليان.

(13)

تئين رانجهن ڪيتي يار جڳ وچ جوڳڻ ٿي،
مَئين جاندي هان، سِر پر سُهمين سَهندي هان.

تي پيوت مست ملنگي، ساز سُرود سراسر سنگي،
بيک بنائي بي ننگي، ڳلي ڳلي ڪَڙ ڳاندي هان.

ڦيري دار فقير تي ڦرسان، نال پريت دي پير جو پرسان،
سِرَ دا سئودا صاف جو گرسان، ملڻ ڪيتي ماندي هان.

درسن ڪيتي دل ديواني، موهي مورت حُسن حقاني.
هر دم حاضر هان حيراني، وره ڳنون نا واندي هان.

سگ سياڪي سپ سَتيسان سُليمان اي مُتهن نہ مٽيسان
خودي ڇوڙ ڪي خان ڪتيسان، آس اها رک آندي هان.

(14)

رِلمِل وئسان پار، رانجهن يار پياري نال.

طعني تُنڪي سُهمين سهسان، چا بَديان دي بار جو وَئسان،
جهلي پلي هڻ مور نہ رهسان، دلبر ڪنون ڏار.

اَهمر وَهمر دِي ورق وڃيسان، ڪاتَ ڪفر ڪون قدمي پؤسان،
ڪٺڙي پئيڙي ڪنون نہ ڏرسان، تحدل ترسان تار.

آپ وِڃا هُڻ آپ جو تِيسان، مئي مُحبت پيالا پيسان،
عِشق عقيدا نال جو نيسان، نينهن تہ ڪري نروار.

تخت هزاري ڳنون تي ظاهر، مئين نال ٿيا هي ماهي ماهر،
سُليمان دا وارث واهر، جو ڪيتم قؤل قرار.

(15)

مستيان ٿي سڀ سياليان ڏيون مِهڻي سي مُنهن ڪاليان

باروتڻ ديان بولان، خود ٿي خيال تي کهولان،
تاب تنهيندي تولان، عدم واليان اَصُل اهلان.

رانجهن ونجلي والي، ڏِتي ڪر تار پور پِيالي،
سڄي سانوڻ سڀ سيالي، ثمن تي سئين سنيالان.

رانجهن راوي رهندا، حُب دي سانگي آندا،
ڳالهہ ڳُٽاندي ڳاندا، رمزان رلاون واليان.

ڏم ڪنون نا ڏرسان، تار تکا چا ٿر سان،
صحي سجدا وچ ڪرسان، جٺ چرديان هن چالان.

جهوڪ ٿنهيندي وئسان لنگهہ هڻ پيش مئين پٽُسان
داغ ڪئڙي دي ڏو سان، ڪر سهڻي ديان سر سالان.

سُليمان سر ساڳي، گهَتي هي يار وَل واڳي،
مُئِي دلڙي جڏهن جاڳي، ڪر ياد ملڻ ديان مَهِلان.

(16)

رمزن تنهنجن غمزن گهٽا، گهايا گهورن جي گهاءَ سان،
سوَ ڏنم سورهيہ سڙيا، بيشڪ برهہ جي باهہ سان.

نيهي نظر نواز ۾، مليا عَجب آواز ۾،
قربي قتل ڪواز ۾، عاشق ٿيا الله سان.

مانجهي مچي ميدان ۾، محُڪم ٿيا مئخان ۾،
دُرس دلي دڪان ۾، بالم ٿيا بالله سان.

ڪٽن شوق جي شمشير جي، پِڙَ ۾ وجهن ٿا پَير سي،
دلير نہ ڪن دير سي، فذڪر فنا في الله سان.

سُليمان سِرُ سارِين ٿا، ممئين ڪي محب مارِين ٿا،
پر ۾ پرت پيارين ٿا، ڪامل قُل هُو الله سان.

(17)

هڪ خيال ۾ هڪ خيال اٿم ٻئي خيال ڏي نہ خيال اٿم.

بيخود بدن بازار ۾، سر پوش سر سينگار ۾،
ديدن واري درٻار ۾، قائم قرب ڪمال اٿم.

مئي جي مُدامي موج ۾، آيس اويسي اوج ۾،
فالم فياضي موج ۾، هر دم حقي حق حال اٿم.

ياور يڪو يقين ۾، عادل ويس امين ۾،
دائم دلاور دين ۾، ترڪ طلسم تال اٿم.

محُڪم مچي مئخان ۾، ڪيو سڪ سَچو سبحان ۾،
صورت صفا سليمان ۾، مُحبت مُدامي مال اٿم.

(18)

پرينءَ بنان پلڪ پري، منهنجي هڪ ساعت ڪِين سري

پَلڪ پَلڪ پُڪاريان، ويل گهڙي نا وساريان،
نيڻ ڪٽيو تي نهاريان، شال وِصل جو واءُ وري

وَر تہ وري ڪر وارو، سونهن پريان سوپارو،
ڪِيڻ پيرَڻ تيم ڪارو، آ پرتئون پير پري

پير پري آ پيارا، ننگ پرور نيارا،
سڪندي ڏي ڳل ڳارا، چو نہ هينئون هَنيل ٺري

ٿپ سُليمان جا ٿارين، گڏجي گهوٽ گذارين،
جڏي جيڪر جيارين، هي تہ مجروح ويل وري

(19)

دلڙي اڙي دلدار سان، ويئي تہ ڪم جي ڪار سان،
قيدؤن قرب قابو ڪئي، ساجن سَٽي سينگار سان.

دلڙي لڳي دانهون ڪري، سا پلڪ جالي ڪيئن پري،
مشتاق ملڻ لاءِ مري، سرجي نٿي سنسار سان.

دلڙي لڳي ديوان تي، مُحبت اندر مستان تي،
قربي ڪڏي قربان تي، برهہ بي اختيار سان.

دلڙي پيئي ان دام ۾، عاشق سندي احرام ۾،
قائم قلبي ڪلام ۾، واڳي وِصل جي وار سان.

دلڙي ٻڌي دستور ۾، سُليمان پرت جي پور ۾،
گهائي حُسن جي گهور ۾، جانب جڙي جنسار سان.

(20)

صيف صورت جي صوفي، صاف ٿيو سيني سَهن،
سوز سڪ جو سانڍي، سورهيه سئر سارو ٿا سِڪن.

مئي پي مخمور مانجهي، رَمز رِندي ٿا رکن،
نامور نيشان ٿي چشمن سندو چٽڪو چکن.

حد حقيقت ۾ وڃي گم ٿيا گريبان ۾،
مؤج ٿا مشتاق ماڻن، پُور ڪيو پر ۾ پسن.

مطلبي مقصد چڏي يڪدل ٿيا ياقي يڪا،
منصور ٿي ميدان ۾ عاشق عقادَئون اچن.

نامور نيهي نِسنگ، نقش ڪن، نينهن جو نظر،
مدّر ٿي سُليمان سان ثابت ويڙ وحدت ۾ وَسَن.

(21)

ٻولي ٻوليم سا ئي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

ڪنفيَڪوني قائم، جنهن ڪل جوڙي الا،
واڳ وصالي وطن تي مُحبت موڙي الا،
سا آ سيني سمائي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

نيهي نينهن نينان دا ناتڪ ڪليا الا،
هر جا هادي همدم، هوڪا هُليا الا،
صورت خاص خدائي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

رمز رلاڪي رنگي، راز ڇُپايا الا،
بيشڪ بيک بشر دي فن فرمايا الا،
احمد والي آگاهي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

هؤش حقيقي هر دم، هِردي اندر الا،
قلب طريقت توڪل، بيرنگ بندر الا،
فائق هي فرمائي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

من معرفت مصنف شوق شهودي الا،
شان شريعت شاهِي مت مشهود الا،
ڳل عشاقان پائي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

اظهر عِشق اشارا، ظاهر ذاتي الا،
سُليمان سراسر حال حياتي الا،
مظهر ايڪ ايڪائي، آدم ڪنون اڳ آهِي.

# ڪافي روپ پوُريا

(1)

تيري نظر ۾ تيري نظر ۾، هر دم حاضر رهندي هُون
تيري نظر ۾.

عِشق تمهارا حال همارا، ميري گهر آيا عَجب اَمارا،
اوج انهين وچ آندي هون.

عِشق اڙانگي آتش لائي، علم عقل دي وِسري وائي،
بيوسُ تي ول وهندي هون.

حُسن دي بيرنگ بازي، ڪر ڪر تابش آيا تازي،
صاف سينا ڪر سهندي هون.

صورت والا سانگ بنا ڪي وحدت ڪثرت ٿُوهين ملا ڪي
قول ڪُني قل ڪهندي هون.

جنتر منتر تنتر تايا، بره پيد بتا ڪي آيا.
جلدي اُس پر جاندي هون.

سُليمان لا نوان نظارا، ڦِٽ ڦڪڙي عالم سارا،
سا سِر پڳڙي ٻڌ ٻهندَي هون.

(2)

گُذر ڳئي ٻي گُذري وئندي، وئندي نا ول آندي هي
جا گُذر ڳئي.

گهٽا گهٽي ڪُون گهٽا ڪِيتا، حرص هَنُود نهوڙچ نيتا،
پلئہ پوري نا پاندي هي.

تدبير تي تقدير غالب، ڪيا ڪهون مئين اسڪون بالب،
ساعت ساعت نہ سهندي هون.

جنهان سِر تي سون دي سانوڻ، وڏي اقبال تي دم دم آوڻ
سي خاڪ نهايت کاندي هون.

عَجب تماشا قدرت لايا، سليمان حيرت وچ آيا،
دم نہ دل تون لهندي هُون.

(3)

نت نورا نچ گهر موري آيا، ڪر چتنا چتنا چنن نَاز.

دُر زيور ڳل ڪڙي ڪنمالان، بئنل قول، بنايا، هيرا زمرد ذات بذاتي،
سِر موتي سر پايا، لب لعل الستي نال ادب، اندر تہ عَجب آواز،
ڪَج ڪليا ڪلنگ قدسي ڪاڳُل قلم هلايا، چهري رنگ گلابي چهرا

چَلپِل چشم چلايا، ويک فانوس فلڪ دي فالم ڪرن چہ غمز غواز.
چَنگ اُپنگ حملان حاضر باجا بين بجايا، مِردَنگ دُفَ،
سرنگي سالم سوز ستار سنايا، ترڪ طمع دي جنبي جانب ڪيتي ترت تراز.
سوز رنگي وچ صورت ساڳي پاڪ پرهيز هي پايا،
تاج ڪلنگي مُرسل مُحمد آپ بنا بن آيا،
ويک سُليمان سَمجھ صحي ڪر، پتنگ ڪرن پرواز.

(4)

هادي هن حال جو هادي، مون حال جو معالم اٿئي مذڪور.

عِشق اڏائي خودي ءِ خاني، پسان تنهنجي پاڪ پيشاني،
نينهن نظارو نور.

ابرو عجائب آتش لائي، سا سيني ۾ ستر سمائي،
تن تپي ٿيو تنور.

جيرا جگر جي پر ۾ پچن ٿا، اڏما اندر ۾ عجيب اچن ٿا،
اٿئي پيش پرت جا پُور.

برھ بنائي تنهنجي بازي، مور نہ جاڻن ملان قاضي،
ٿيو من مثل منصور.

عرض سليمان جو آ اهڙو تو سان پيچ پرين آ پيڙو
دلبر ٿيءُ نہ دور.

(5)

اُلٽي عِشق دي الٽي بازي، سَمجهہ صحي ڪر تن وچ تازي.

الٽي عِشق دي آڳ اڙانگي، ملڻ مشڪل هي تہ مهانگي،
سڪ واليان نون لڳي سهانگي ، رمز انهين وچ رِند ٿي راضي.

الٽي عِشق دي قرب ڪٽاري، سهہ سيني وچ ثابت سارِي،
صلح صفت وچ حال حليمي، فهم فقر وچ ويک فياضي.

اُلٽي عِشق دا جزب جلالي، جل جل ٿيوين، جُوان جمالي،
خود بيخود ڪر خيال ڪمالي، وچ صورت رهہ مرد مجازي

اُلٽي عِشق دا الٽا آرا، سُليمان سڄاڻ سو سارا،
وڄا نئوبت ناد نغارا، باب بقا دا پڙهہ بَيازي.

(6)

سُر عِشق پڙهايا آؤر، شان، شرم، مَت، عقل نہ آوي.

دل اکين دي نال نہ اڙيئي، چوٽ چشم دي چاڙهي چڙهئي،
الف اکر دا پنا پڙهيئي، دم ذوق نيندا هي زور.

بَچَي ڪلسن ملڪي من دي، فهم فيض فقر ۽ فن دي،
وهڪين طبقي طالب تن دي، سڀ ڏيهي والي ڏُور.

ٿيون دائم دم لاساني، ويکين پلپل پاڪ پيشاني،
سئر سِري دا هي سلطاني، نال اسم دي عاشق اور.

اول اسم سُليمان سڃاڻين، موج مُحبت والي ماڻين،
عدم عَجب ارواح تي آڻين، دم دم ڪر ايءَ دؤر.

(7)

ناٿ تہ ونحن ويجهو چو گس گنگا جا پڇائين.

ڪٿ ڪِينڙ مُرليُون مالها، پيچ ڪفر جا طلسم تالا،
رک تون عئين اويسي اعَليٰ، لطف اندر لنئون لائين.

جاڳي جوڳي جڙيو جوڙج، وهم اهم ڪان من کي موڙج،
اکيون آپ الک ۾ کوڙج، دلي دونهان درد دکائين.

من محو تي معنيٰ ماڻج، تار طلب ڏي توڪل تاڻج،
ڳالهہ ڳجهڙي ڳولي ڳاڻج، هادي هيئن ۾ تہ هَنڍائين.

نيهي نام سان لائي نظارا، روئي نين وهائج نارا،
ڪر آديسي تي اوتارا، سُليمان پوءِ صاف سَڏائين.

(8)

ڪفر طريقت جو اثبات، عاشق ڪن ٿا ظاهر ذات.

آهن شريعت ۾ هو شامل، لدني علم جا اَصُل عامل،
سمجهن صورت منجهہ صفات.

ترڪ زهد ڪن ذاتي ظاهر، جهڙا اندر تهڙا ٻاهر،
بيشڪ ڪن سي برهہ جي بات.

مرد مچي ميدان ملهائين، ڳوئنتل قربي ڪونڌ ڪُٺائين،
ڪٽن ڪلالي قاتل ڪات.

سيئي سُليمان سڃاڻن، مئي مُحبت مؤج تا ماڻن،
اَصُل وصالي وائي وات.

(9)

بَنيا ڀڳت وِچون ڀڳوان ميان جس ڳويا ۾ گرو،
نهين اوگو يا ظاهر زيان ميان.

بن گوپي دي گوبند بڻيا، گهَرا گُرو گِيان ميان،
گياني گيان سڃان پڇانون ڪئسا ڪرشن ڪان ميان.

ڦُلواڙي ڦُول پَڇانو، مٽي آيا مان ميان،
اس مٽي سين ماٽي آيا، هرچند هري هنان ميان.

دين ڪفر دي جاءِ نهين اٿ، شرڪ نڪو شيطان ميان،
اوج الاهي موج مُحبت، رام اهو رحمان ميان.

نر نار سين نيچي ناهين پايا جون جهان ميان،
جُونَ ڪي جامي جوڳي آيا، ثابت سَچ سُليمان ميان.

(10)

هر هري هر نام ڪهون، گُرو ڀڳت ڀڳوان ميان،
نام نسب هي عِشق همارا ڪهان پُڇُون ايمان ميان.

هَري هري هَر مندر ۾، عَجب اندر ڪِي بات ڪَهون،
اُس مندر ڪي اسي مندر ۾ صاف صفت صبحان ميان.

مسجد مڙهيان جو ئي رهنا، اپنا راز انوکها ڪهنا،
جوئي آنا سو ئي جانان، گرڪا گياني گيان ميان.

سرت نرت ڪو قائم ڪرنان، ڌيان دروني دائم ڌرنان،
دو جڳ جيوت پاڪي مرنان، هندو مسلمان ميان.

هندو مسلمان مثالي، بن دره بن هو بره بحالي،
آوت جاوت ڪي رک چالي، سئر صحي سُليمان ميان.

## ڪافي روپ مانجهہ

(1)

لڇمڻ سان گڏ رام ميان، تنهن جو ڪر سلام ميان.

تيرٿ تڪيا تنهنجي تن ۾، گنگا جمنا موهن من ۾،
اسم اَصُل جو اندر امن ۾، ترڪ دوئي جا دام ميان.

تلڪ لائي تي زهُدئون ظاهر، دين ڪفر ۾ تي نہ ماهر،
جهڙو اندر تهڙو ٻاهر، تنهنجو قرب ۾ ڪام ميان.

جنهن جي آهي ساڳي صورت، تنهنجي معنيٰ تنهنجي مورت،
پاڻ پسي ڪر پنهنجي پُورت، سيني ۾ سنگرام ميان.

ملڪ خلق جو ماڳ مڪاني، جاتي ڪاتي سَچ سلطاني،
سُليمان ڏِيان گياني، هري هري هرنام ميان.

(2)

خيال خدا وچ خود تہ مئين هُون، بيخودي هُون مَئين وو مَئين.

طور تہ مَئين هون، نور تہ مَئين هون. مُلان تي منصور تہ مَئين هُون،
ملڪ اتي مشهور تہ مَئين هون، ظاهر وچ زاهد تہ مئين .

فقر تي فقير تہ مَئين هُون، منڪر تي نڪير تہ مئين هون،
شَڪر تي ڪنڌ ڪير تہ مئين هون، مئي مُحبت مدّ تہ مئين.

يوسف تي يعقوب تہ مَئين هون، خوبان تي وه خوب تہ مئين هُون،
طالب تي مطلوب تہ مئين هون، نينهن نرالا ند تہ مئين.

مجلس تي مئخان تہ مئين هون، شائق تي شيطان تہ مئين هُون،
اَصُل تي انسان تہ مئين هون، قؤل قديمي قد تہ مَئين.

علم تي اعتبار تہ مَئين هون، اسم تي اسرار تہ مئين هُون،
دائم تي ديدار تہ مئين هون، لقب وچ لاحد تي مَئين.

امر تي آواز تہ مئين هون، بيرنگ بحر بياض تہ مئين هُون،
نظم تي نِياز تہ مئين هون، وچ حقيقت حد تہ مَئين.

قلبي قؤل ڪوال تہ مئين هون، ظاهر ذؤق زوال تہ مئين هُون،
عاشق تي احوال تہ مئين هون، ريت رسم وچ رد تہ مَئين.

ڪُن درياءَ تي ڪِين تہ مئين هون، درسي خانان دين تہ مئين هُون،
سُليمان يقين تہ مئين هون، وحدت اندر وڌ تہ مَئين.

(3)

آ عِشق ڪِيتا ارباب جِنهان ڪُون، ڪهي ڏوهہ تي ثواب تِنهان ڪُون.

يار يگانَي يڪدل ياقي، ڪار قتل دِي ساڪن ساقي،
بحربقا دي بندر باقي، ڪهي خؤف خطاب تِنهان ڪُون.

مست مُدامي موج مٽيندي، اوج اِسم دي توڙ تٽيندي،
نت نيڪي دي ساز سڙيندي، نہ ٿيوَن ڪم دي ڪتاب تِنهان ڪُون.

وِچ عَميق دي غازي گهڙدي، لالچ تي نہ لائق لڙدي،
احد اَصُل هن پرتي پڙهدي، مُک مسجد هي محراب تِنهان ڪُون.

پيون سُليمان پرت پيالا، ظاهر باطن وحدت والا،
شوق شراب ڪر نوش نوالا، نشا نينهن دا هي نواب تِنهان ڪُون.

(4)

اسان اُنهيندي، او اسان ڏا، لوڪ دي نال هَي ڪيها لاڳاپا.

ظاهر زور زياده ذاتي، قرب بنان سي ڪوڙا ڪاپا،
دنيا دور تي اوڙ عقبيٰ، اهو لوپ لباس لاپا،
رهہ مخمور محو وچ مستي، نيهي نينهن دا نوان نياپا،
ويک سُليمان صورت ساڳي، قربي قائم جَوش جياپا.

(5)

عِشق اَصُل اِسلام جِنهان دا، صُورت صحيح سلام تِنهان دا.

عِشق حقيقت هال هِڪوئي، بَي مثل دا مثال نہ ڪوئي،
سالڪ سمجهي سَئر سيوئي ڪامل قول ڪلام تِنهان دا.

بيحد دي بابت نہ جاڻن، صاحب ساهہ پساهہ سڃاڻن،
نال عقيدي مُحبت ماڻِن، گوهر گلشن گام تِنهان دا.

نال لطف دَي لاحد لنگهندي، ريءَ مُحبت مال نہ منگَدي،
سَڏ صَلم دا او هِن سُڻندي، ازل عَجب احرام تِنهان دا.

وحدت والي ويڙهي وَسدي، پرين پارس پل وِچ پسدَي،
رمز رندي وچ راوت رسدي، طَلب توڪل طعام تِنهان دا.

باز بقا دي اَصُل اڏاون، ڪات ڪُلهيان سِر ڪَندَ ڪڏاون،
سالڪ سرت سبحان سڏاون، دلي دائم دام تِنهان دا.

درد مندان دا جوش جيايا، سُليمان دا نينهن نيايا،
قرب بنا سپ ڪوڙا ڪايا، پيچ پَڪا پيغام تِنهان دا.

(6)

عشق اسم دا سبق سَچا ڪر، با برھ دا پڙهيو سَي،
ڪُنفيڪُو ني قادر قائم، قلب تي قربي ڪڙيو سَي.

عَين اَصُل اِثبات اندر ڪر، من ني ميم تہ مڙهيو سَي،
دين ڪفر دا فرق فنا ڪر چاڙھ عَجب تي چڙهيو سَي.

ذات صفت دا سٿر صَحيح ڪر، گهاٹ غمان دا گهڙيو سي،
نيهي نينهن نماز نيت ڪر، وچ وحدت دي وڙيو سي.

تَرڪ ڪيتو سي نال تماشا، لالچ نهُون نہ لڙيو سي،
شرڪ شڪ شبهاتي شملي، تاب برھ وچ تڙيو سي.

سُليمان سچاڻ صحيح ڪر، وچ اثباتي اڙيو سي،
قالو بليٰ دا قوؔل قديمي، جان جسم تي جڙيو سي.

(7)

رنگي راز ڪيتي نَاز پَرواز پَڌري،
ڪڙ جُوان، پهلوان، پَڌن صاف سَندرَي،

عِشق اوج، من موج، حُسن فوج آئي،
جلي جاءِ، ٻَلي باه، عِشق آڳ لائي،
لڳي لات، تن تات، وره وات وائي،
ڳر رڳس، لارس ٿئي خوب خبَري،

لوپ تي لاهوتي نہ مُور لَڙدي،
چن چوڙ سپ ٿوڙ تڪ توڙ چڙهدي،
لنگهہ سير، پس پير، نان مير مُڙدي،
لِيا لاهہ، ڳرڪاه، چوڙن ڳام ڳبري،

آڳم غير، لا سئر، ڪر اُلير آندي،
هڪ حال، وچ وصال ڳُڻ ڳالهہ ڳاندي،
پرويچ، پاپيچ، ٻڌ ٻول ٻهندي،
ڪڌ ڪانڌ، لا راند، چاون مرد مُڌري،

گهِڙ گهوٽ، چڙهہ چوٽ، ميدان مَچدي،
سُليمان، دا بيان، چاون ساز سَچدي،
بي محال، برحال، نينهن نال نَچدي،
پڙهہ باب بي حجاب، ذوق زور زَبري،

(8)

آ بره پڑھایا باب جِنهان ڪون،
وسرئي حول حِجاب تِنهان ڪون.

راز نماز نِيت نرالي، حُڪم حديثان واٿ وصالي،
رڪن روحي مام مثالي، ڪيهي ڏوهہ ثواب تنهان ڪون.

دائم قائم معنيٰ مالڪ، صاف صفا ڪر سودا سالڪ،
اپني آپ تي عادل عاشق، ڪيتا قرب ڪباب تِنهان ڪون.

فقر پڑهي فرض تنهان دا پارس پڑهدي سؤز ثنا دا،
صوفي سجدا حُسن هِنا دا، رَس رُوبي راڳ رباب تِنهان ڪون.

بيخودي دا بار پَريندي، دم قدم دا ڏِيان ڏريندي،
قالو قائم قول ڪريندي، ڪيهي سوال جواب تِنهان ڪون.

لاشڪ لا مڪاني ٿيندي، جڳ جڳ جوش جذب وچ جِيندي،
ساجد سُليمان سڏيندي، لتي حرف حساب تِنهان ڪون.

(9)

صوفي سانگو سر جو چِڙي، رهہ عِشق جي احرام ۾،
پي پيالو نينهن جو، ملي مست رهہ مَئي مام ۾.

شوق جي شراب سان، مخمور ڪر من آب سان،
ٿي نيهي نشي نواب سان، پي جوڳي سَدا خَم جام ۾.

ڪعبہ قلب قائم ڪري، ٿي پاڻ ڪان پاڻان پَري،
ڳلمو طريقت جو پري، آ عِشق جي اسلام ۾.

ڪڏي چڙهہ قتل جي ڪار تي، ارڏو اڏيءَ جي آر تي،
هل وسيع وفا واپار تي، نت نيشان ٿي نَرنام ۾.

هڪ هم سان ڳڌ حال تي، پل پرت ۾ پئمال تي،
رَحمان سان رنگ لال ٿي، رنج نہ رهہ تون رام ۾.

ثابت سَچو سُليمان ڪر، ذاتي زور زبان ڪر،
ان کي مثل مئخان ڪر، قالو بليٰ جي ڪلام ۾.

(10)

اوهين هَنيُون چوٽيون ڪريو نت نينهن وارن جي نِدا،
قُربي قدرُ تن کي پيو، جن ڪان ٿيا جاني جدا.

مت، عقل ۽ شرم شراعَ، سيئي تہ سڪ ساڙي ڇڏيا،
سي هتن ڪيئن حال ڪان، جي ٻول ۾ پيٽا ٻڌا.

جام جُنيون تابَ تؤُ آهن سور وارن سؤَ ستا،
انهن جي نصيحت ڪان نرالا، لقب تن لوچي لڌا.

جن ساءُ چکيو ماڪيان منو سي ڪيئن ڪنو پاڻي پيئن،
سي عام ۾ وريام ورڏيو ٿا گهمن برهن بندا.

دل اداسي کي ئي دام، آهي ازل کان اڳ پيو،
پيچي پيچ پيو تن يار جو سي هر گهر ڪندا غم جي گدا.

سي صدق سليمان صوفي، سر ڏيئي سُوري چڙهيا،
مذهب کان لا مذهب ٿيا، هي مام مردن جي مُدا.

(11)

ماڙيچن جا من تي پلٽي پيڙا هسئو پُور،
سانگيئڙن جا سؤ سُور.

امر الاهي آيم، پاند پلئہ ۾ پايُم،
اڃي هٿ لينگهو لايم، ديس پنهنجي کان ئي دور.

محل ماڙيون من ماتام، طلب ناهي ڪا تِل طعام،
تن ۾ تانگهہ رهي تمام، ويڙ وطن جا وهلور.
تنهنجا انب ۽ انجير، پانيان زيرون زنجير،
ڪين ٻڌا سَي عمر امير، مُوين جا هي مَذڪور.

هار هندورا حويليون، گلم، غاليچا، غاليون،
موتي مرجان لک لعلون، مون تہ اڙي لاءِ انبور.

اپر اباڻن اڏيا، پر تہ پٽن تي پاڻان سنگ ساهيڙيون سرتيون،
سُليمان سجاڻان درد چٽيا دل داڻان سي اُپڙي ٿيم اندر انبور.

(12)

ويڙهيچن جي ويتر ڪئي ورهن دل وهلورُ چاڪ چِڪيا نِت ناسور.

موڪ ماندڙاٽا مڪٽيون، ڇُنديو ڇِيڙ هُت چاڙهين،
لاس لُلر جي ليئي، پُلا سان نہ پاڙين، قرب پريا پِس ڪاڙهين،
آڏي ساريان ٿي اسُور.

جام جالوراجوءِ ۾ ڇوٽ ڇانگن ۾ ڇيلا،
ڦِهريو ڇرن پوشيدا، ٻوهہ ٻڪر سي ٻيلا، هتي سهڙن سويلا،
اڇن تڙن تي لک ٽور.

وني مينهن وٽاڻن ۾ سونگ نہ تي آءَ ساريان،
آب ڀريون اڪيون اوڏي نئي سج تي نهاريان سي ويهي نہ وساريان،
جي جهليا ٻيرن ات ٻور.

روز روئندي راتيون ورهن جون وهاڻيون،
ڏين ٽيون ڏنيپ ڏهاڻيون، خاص ڪتون هي ڪاٽيون، رائي منجهہ رهاڻيون،
مون تہ نماڻي لاءِ نور.

ڪنگڻ ڪڙولا اڻ ڪت، توڪ سريون آهن تو وت، خوب ڪتا ڏاتين ڏت
ماڳ اهي دم منظور.

سُليمان سيئي سنگهار، ڦِهريو پون سي پنوهار، رهيس آءَ آڻ اپار،
ڏيهہ ڏسڻ ڪان ٽيس ڏور.

(13)

ملڪ وٺا مارن جا، وري آءَ ويڙ وچان، هت تي جاڙَ جِيان.

ڪوتن ڪهي ڪَيَس ڪاري، ٻي مُونجهہ مارن جي ماري،
واه وطن جي واري، مِيرَ متاهين ميان.

پيج پني پاڳين جا پر ۾ پٺوڻ پرن، ٻاٻاڻن جا ٻڪر، ڦوڳن منجهہ تا ڦرن،
سي ڪيئن وار ورن، سنگهارن ريءَ سُڃان

مُلڪ مُدامي ملير، سڪي تنهن لاءِ ساه سرير، هُتي ڪائن ڪاهُڙ ڪير،
تن پارن ڪي آءِ پڄان.

سانڍيهه جا تي ساريان گسن متي اي گونئرا. موڪل ڏي ملڪ وڃي
تر مڃينديس تورا، ڳوناين ساڻ ڳڃان.

ڄارين ۾ آهيان ڄائي، ڪير ڪنا آءُ ڪائي سيل سُليمان سائي،
هن بند ۾ ڪيئن پڃان.

(14)

اپني آپ وِڪاوڻ ڪيتي، بيرنگ باغ بنايا مَئين.

ڪول نِقاب شِتاب جو ڪيتم، طُور اتي خطاب جو ڪيتُم،
موسيٰ ڪون بيتاب جو ڪيتم، احمد سر سڏايا مَئين.

صوُفي تي ڪي ڪنڊ ڪپايم، باري بار بره دا چايم،
ڪربلا دي وچ ڪنڊ ڪپايم، مل ڪي ماڳ متايا مَئين

قرب وچون قرآن جو ڪيتم، عرش زمين آسمان جو ڪيتُم،
لاشڪ لآمڪان جو ڪيتم، عاشق تي ڪَي اڏايا مَئين.

رندانِ والا راه جو ڪيتم. مس شراع تي شاه -و ڪيتُم،
ڪُم بہ ازني ڪاه جو ڪيتم، تنا گل گڏ يا مَئين.

آدم تي ارشاد جو ڪيتم، عالم سڀ آباد جو ڪيتُم،
سُليمان دل شاد جو ڪيتم، طلب دا تخت اڏايا مَئين.

(15)

تنهنجي ناز واريِ نقاب جا شتاب کهڙا ڪهڙا،
خيال، خطاب ڪهڙا ڪهڙا.
شمس شير پڙ ۾ پير، دم دلير ڪهڙا ڪهڙا،
شريعت شاهه، مٿي راهه نينهن نواب ڪهڙا ڪهڙا.

منصور جا مذڪور، سي مشهور ڪهڙا ڪهڙا،
بره باب لاجوابِ، بي حجاب ڪهڙا ڪهڙا.

گوهر گيان با ايمان، سي ديوان ڪهڙا ڪهڙا،
گرفتار ٿيا هزار، چڙهي ڪتاب ڪهڙا ڪهڙا.

بلال بار بيشمار، سي عطار ڪهڙا ڪهڙا،
گهرا گهوٽ چڙهيا چوٽ، ڪل ڪباب ڪهڙا ڪهڙا.

عزازيل سَچي سيل، ڪُل قابيل ڪهڙا ڪهڙا،
سي وريام منجهه عام، مهٽي هاب ڪهڙا ڪهڙا.

زليخا زور شاهي شور، عشق اگهور ڪهڙا ڪهڙا،
حاصُل حال ڪيا احوال، سي خود خواب ڪهڙا ڪهڙا.

سليمان منجهه ميدان، سي سلطان ڪهڙا ڪهڙا،
خريدار منجهه بازار، سي مِهتاب ڪهڙا ڪهڙا.

(16)

صورت ساڳي تہ سبحاني الھہ انسان ۾ آيو.
مدامي مؤج مُحبت سان، محو مئخان ۾ آيو.

دُنگي ۾ دم ٿيو داخل، الاهي آر عبرت جو
قديمي قؤل ڪُل قائم، قلب قرآن ۾ آيو.

حقيقي حال ٿيو حاصل، وِصل واپار وحدت جو.
ٿيو ماهتاب رُخ روشن، بحر بستان ۾ آيو.

ظھورو ذات ڪيو ظاهر، عجب اسرار احسن ۾،
تجلي طُور تي تابش، نظر نيشان ۾ آيو.

رکي معنيٰ مطلب جي، سڏائي عشق ٿيو آدم،
وارث ويجھو ٿيو و نحن، صحيح سليمان ۾ آيو.

(17)

دم دي ڳل هڪ دم سچاتي، دم دي دم ڪُون ٿئي اثباتي.

دم وچ داخل قرب ڪماون، ڳيت ان الحق عاشق ڳاون،
برسر بار بِره دا چاون، ڪُڏ ڪُڏ ڪُوچي قرب دي ڪاتي.

موج منصوري مرد ڪي ماڻن، تار طلب دي توڪل تاڻن،
حق هم ڪر هادي جاڻن، ڪرن حاصُل حال حياتي.

ڳئي سڀ خطري خوف جي خوابي، عشق آيا ڪر شوق شتابي،
محب سو مليا ماهتابي، وِسر ڳئي سَڌ صاف صفاتي.

ويک سليمان صورت سچ دي، آڳ اندر وچ مُحب مچ دي،
دلڙي رمز رِندي وچ رچ دي، ڀيد بتايا ظاهر ذاتي.

# ڪافي روپ بنس

(1)

ٿيا خيال خفي دي خمار ڳنُون، آيا عشق عجب اسرار ڳنُون.

خود خيال ٿي بيخود والا، پي پيالا نينهن نرالا،
عاشق مطلوب ٿي متوالا، احد اَصُل اظهار ڳنُون.

سُرت سيني دي سمجهو ساري، همدم دمڙِي ڪر هوشياري،
شوق شهنشهه طلب تياري، ٿي نينهن نشي نروار ڳنُون.

ذوق ٿيا ظاهر زابر ذاتي، پئي دروُني اندر جهاتي،
نفس نفي سِر ٿيا اِثباتي، رمز رندي رفتار ڳنُون.

ويک سليمان گونگهٽ گهور، مٿي پي مُحبت ٿيا مخمور،
موهي دلڙي دم دستور، دلبر دي ديدار ڳنُون.

(2)

چڏ ڏسون ڏورڻ جا ڏاڪڙا ڏس وِجود ۾ وري،
مٿي پي مجذوب ٿي ڪر ڪئيف جي قُربي ڪري.

چڏ ڏسون ڪسي ڪسٰرا، پرت جو پيچ تون پهي،
مُحبت جي مئدان ۾ آ لحظيٰ لاشڪ لهي
ڪردَمن ڪي درج دل ۾، دل جي ڪولي دري.

دل اندر دلبر جو ديرو ڏس پرين پهريز ۾،
صوفي صورت ڪي تي سامهون، روبرو رنگريز ۾،
من جو مَعشوق ماڻڻ، ڳالهه اتئي ڳهلا ڳري.

ڳالهه ڳولي ڳُڻ ڳائج، ڪڻ بره جو بار تون،
چڙهه نظاري نينهن واري، تي ناز سان نروار تون،
شوق سان شائق تي شامل، ڪر ذوق جي ظاهر ذري.

ڪر ظاهر ذاتي زباني، بي بها باطن بيان،
سر جو سليمان ثابت ڪر صحيح مخفي مڪان،
وير واقف تي وفا جو مُوتُو قِبلل وڃ مري.

(3)

دم چڏيو دوڙين چو ٻئي در، دل ۾ لهه ڪولي تون در.

چڏ وظيفا ورد واجب، عشق عقيدي ساڻ آ،
ڪر نفي اِثبات ذاتي، اسم جي تون جوڙ جاءِ
تي فدا فاني فقر ۾، خيال ڪان پيچ تون خبر.

محب من ۾ آ مُدامي، نائي نيڻن سان نهار،
پڙهه سبق سڪ جا تون ساري، فورق نه ڪر ويچو وار،
قلب ڪعبه ڪر تون ڪامل، صوفي سِر سجدي ۾ ڌر.

تنهنجو تو ۾ آهي تڪيو، ڇو قبن ۾ ٿو وڃين،
سر صحيح صورت صفاتي ماڳ جي چاري مرين،
عِشق ڪانڌي سر قيامت، ويجهو ٿئي ونحن ڪان ور.

ڪر صحيح سُوجهي تون سپرين، جو ٿو ٻولي، سوئي ڪير،
ڏس پارس پردي تنهنجو، پڌرناهي ٻيو ڪو پير،
ڇو سليمان ڏيهہ ڏورين، تنهنجو تو وٽ گهوٽ گهر.

# ڪافي روپ ڪَسُوري

(1)

صبح شام سان اسلام، دل ديدار ڏس نوان،
دل ديدار ڏس نوان.

دل دستور دم منظور، سي منصور ڏس نوان،
سُؤ سَنيان سر ميدان، سوري سوار ڏس نوان.

رضا رِند چلت چِند، ڪل ڪمند ڏس نوان،
درد مند ڪنل ڪنڌ، سي ڏڙ ڏار ڏس نوان.

مرد مِير سي اَڪسير، سي سَچ سير ڏس نوان،
پڙهيا پير ٿيا فقير، بره بار ڏس نوان.

سي سلطان ۾ امتحان، سليمان ڏس نوان،
چلي چؤگان آيا مئخان، سي سَرِدارَ ڏس نوان.

(2)

سر صورت کي جي سجائي، عشق جي اعتبار ۾،
ٿي فدا فاني فقر ۾، قول جي قرار ۾.

درد سان داخل ٿي دائم، محب هن ميدان ۾،
ٿي صوفي سُوري تي، عشق جي امتحان ۾
رک سچائي ڪري سودو آ ٻِره بازار ۾.

سانگو ستي سر ساه جو پير دم پوئتي نہ پاءِ
وِٿ نہ وجهہ وصال ۾، وهم کان وداع ،
تان ملئي محبوب مخفي، روبرو رُخسار ۾.

آس يانيان پيچي بار برهن جا انا،
گنج گوهر لهہ گرامي، ٻي وڄا سيڪا وِڄا،
اعَليٰ اور ازل، آ عدم اسرار ۾.

هوت سان هم ذات ٿي وِصل جو واپار ڪر،
هيءَ ساعت سليمان ثابت، اسم جو اظهار ڪر.
لا سان لاشڪ ٿي سدا، ڏس حُسن هُبڪار ۾.

(3)

رُخسار ۾ جِنسار جا، نِت ناز ڏس نت نوان.
ناز ڏس نت نوان، ناز ڏس نت نوان.

باري بان ڳهري ڪان، سي نيشان ڏس نوان،
تدبير تي تقدير جا غواز ڏس نوان.

ڳهٽ ڳهور ڪيا مخمور، نينهن ناسور ڏس نوان،
ڪن تاب سي شتاب، بحري باز ڏس نوان.

عاشق آر ۾ ديدار بي شمار ڏس نوان،
محب مير ڪيا فقير، من مجاز ڏس نوان.

مئخان ۾ مستان، سليمان ڏس نوان،
ڳُل ڪباب رُخ رباب سي آواز ڏس نوان.

# ڪافي روپ جھنگلو

(1)

بِرھ دي بات ٺٺي اثبات، لاشڪ لات لاثاني.
ظاهر ذات وچ صفات، صورت صاف سُبحاني.

بره بار بي شمار، پا هَس هارڪر جاٽي،
وِصل ووڙ مک نہ موڙ طلب توڙ ڪرتاٽي.
وس وجود مئي موجود، ڪر سجود تون ساٽي،
نسنگ نينھن، راتو ڏينھن مُحبت مينھَن مزگاني.

نينھن نيشان، عاليشان، دم چؤغان تي چڙهندي،
هن لؤلاڪ، تي مشتاق، او دم پاڪ حق پڙهدي،
پريمي پوش دا ڏي جوش، هر سي هوش سچ سڙدي،
حال حلاج، دي گھٽ تاج، تي سر تاج سلطاني.

ٺُرت طبيب، قُرب قَريب، من خطيب خالق دِي،
فقر فؤج، دي رک اؤج، من تي مؤج مالڪ دِي،
تي اٽموٽ، ڏيون چوٽ، لڳا اوٹ عاشق دي،
ياءُ زنار، سيني هار، ڪر سينگار سُبحاني.

وچ ميدان، سليمان، لاھ گمان تي غازي،
تي اظهار، وچ بازار، طلب تنوار تن تازي،
عشق دي آڳ، مُحبت ماڳ، روحي راڳ تي راضي،
هوت حضور، نرمل نور، نهين دور دل جاني.

(2)

ڏِتي هي عشق چا لولي، مچائي حال هُڻ هولي،
برهمڻ ٻَي وسِي بر وِچ، ٻڌي هي ٻول ڊِي ٻولي.

اڙانگا عشق اوَيڙا ڪريندا ڪام هي ڪهڙا
هئڻ هستي دا هڪدم حق، ٻڙيندا ٻارِ وچ ٻيڙا،
سچ سُنيان ڪو سمجهي، اصل انصاف ٿيا ڪهڙا،
قدم دا قول ڪر قابو قبوليَس چال چنبيلي.

سڪ ۽ ساٿ ڪُون ساري وِصل دي ويل نہ وساري،
پنهل ڪيتي پيرين پيادي پره دي پار پُڪاري،
جبل جهوني ڦِري ڪُهني، گهايل تنهن گهاءِ وچ گهاري،
وِڪاٽي چوڙ ڳئي ڄاٽي، عجب عاشق اَڪيلي.

پُڇدي پنڌ ۽ پيري، دائم دلدار ڏَي ديري،
جلا ڪر جان جانب لا، ٻَليندي ٻاڦ وِچ ٻيري،
ڪريندي ڪار ڪبابي، جتان دي ڪاڻ ڏي جيري،
او آون سي ڪل ڪاوَن، ڪري سانجڻ سويلي.

گهٽيان گهيڙ، نديان نيڙ، ڳُليندي ويڙ وَڪُڙ واديان،
سَتي سَيج، وِچ رڌي رچ، وچ مٽيدي موڪ مُراديان،
توڪل توڙ مُحبت موڙ ڪريندي شوق ڊِيان شاديان،
نِسنگ نِهوڙ نگي ٽوڙ بره بهادر پيلي.

رهہ هڪ رات، ڳئي پريات ول وريامہ سٽ ساٿي،
راوت روح ڪر ڳئي ڪوه، چن چا چوه چُون چاتي،
ٻانيڻ ٻال سار سنيال، باه پنيور ڳُون لاتي،
حاضر هيج ڏوڙي ڏيج، ڏي ڳئي ڏُڪان ڊِي ڏولي.

مئين نِماڻي ذات اَياڻي، پريسان پار وڃ پاڻي،
سنهوڙي سِر ڪاڇوٽي ڪر، اڳُون ڏيران دي ڏهاڻي،
هيٺي دا حال ڪر برحال، تي سَرِدارَ تون ساڻي،
تئڏي نام پَئي هان سام، ازل دَي انگ هان اولي.

بلوچان دي ٻدّل ٻانهي، ڪريندي جان قرباني،
لَڪان وچ لال هي لُڏَ دي، پسڻ خاطر پيشاني،
سَچ سليمان سر صورت، مثل يوسف ڪنعاني،
ڪينزڪَ ڪيچ ڪر ڳي ڪاه، ڳڏي وچ گام وچ گولي.

(3)

ڪَول ڪتاب، ويک شتاب، عين اِظهار انور دا،
سُرت صفات، ڪر اثبات، پارس پار پرور دا.

خدائي خيال بات بحال، حق حال پاءِ چولا،
شڪي شور دا ڀَن زور، اهو تو ڪ هي تولا،
ڪوڙي قول، دا ڀن ڀول، اول ٻول سَبولا،
هؤش حباب، دا حجاب، تي معشوق مظهر دا.

ڪوڙي ڪم دا ڀن دم، رکين خيال خدائي،
ٻي دک دُور، لهن سُور، سپ هر دم هوائي،
اوٿ الهہ دي، ٻاجهئون طرف طمع تَوائي،
دل تي دام، قرب ڪدام، ڏهر دان دِلبر دا.

قُربي ڪار تي هوشيار هي هبڪار حڪمت دا،
بشري بيک ڏيکڙ ڏيک، سيني سيڪ صُحبت دا،
وائي وات ڏينهان رات، من اعوقات مُحبت دا،
ڪر يقين، تي امين، دلي دين سرور دا.

قربي ڪرت، نظريزت، ڀي دم ڀِرت ڀئماني،
ساقي سُود، لا مقصود، عاشق ويک اشياني،
سليمان تي نِيشان، ملڪ مَڪان مئخاني،
سِر سينگار، بره بهار، ڀي جنسار جوهَر دا.

قُربي ڪِرت، نظر نِرت، ڀي دم ڀرت ڀئماني،
ساقي سُود، لآ مقصود، عاشق ويک آشياني،
سليمان، تي نيشان، مُلڪ مڪان مئخاني،
سِر سينگار، بره بهار، ڀي جنسار جَوهر دا.

(4)

مڙد مثير، دُرس دَلير، سر پر سُهمين سَهندي،
او مخمور، هن مشهور، پڪي پُور هن پهندَي

مُحبت ماڻ، نُون سُڃاڻ، راز رضا تَي راضِي،
نشي نينهن، دي وچ شينهن، ڪرن شؤق دي شاهِي،
حقي حال، وچ وصال، صوفي سال سُراهي،
بره بهار، دي بازار تي ٻَڌ ٻول هن ٻهندي

عشق اِمام، دَا سلام، ڳرن رُوح رک راضي،
ڪثر ڪاٿ، ڊِي گهن واٿ، چاوَن گوءِ گڏ غازي،
تي هوشيار يڪي يار، ڙکن جِند جان ڊِي بازي،
سي سَچ سير، تي اَڪثير، راند رِنداني رهندَي

شير شَهود، وچ موجود، رک سجود صُحبت دي،
نِت ناسُوت وچ جبروت، مُک ملڪوت مُحبت دي،
دل ديدار، وِچ سرشار لا هبڪار حيرت دي،
لادي لات، ڪر اثبات، وحدت واٿ گهِن وِهندي

مَئي دَي مَٿ تي سِر سَٽ، گَئي اوڪٽ دليلان ڪُون،
مِهٽي موڪ، ڏيون لوڪ، نہ ٿيوي روڪ اليلهان ڪُون،
لالچ لَب، چوڙن سب، مِليا رب ڳليلان ڪُون،
سي اِظهار، هن انوار، قُربي ڪار هن ڳهندي
مَئي مِثال خالص خيال، ٿِيوَن هال او حق دَي،
سليمان وچ ميدان، وڏن شان او شڪدي،

عاشق آڳ، لاون ڏاڳ، پُهه ويراڳ وچ پڪدي،
موهن مور، تي شهزور، لطف لال هن لهندي.

(5)

اُلتي اؤج، دِي مَن مؤج، ڦڙڪي فؤج فن فالم،
دائم دؤر، عِشق اگهور، آيا عطور وچ عالم.

اُلٽَي آر چُون اظهار بيقرار بَن بازي،
قتل ڪار، تي هموار، ٻڌ دستار گڏ غازي،
وِصل واس، پتنگ پاس، تن وچ تاس رک تازي،
جذبا جام، قرب ڪلام، منڙي مام تئي مُعالَم.

اُلٽا انگ، جوڙي جنگ، لِيا لنگهه ڏي لولي،
هر دم حال، بره بحال، ڪيف ڪلال گل چولي،
عجب اَؤر، گهرا غؤر، ٻيٺي ٻول دِي ٻولي،
ربي رنگ، نيڪ نسنگ، ثابت سنگ ٿيا سالم.

التي لات، ڪر اثبات، صاف صِفات صورت دَي،
دل ديدار، ڪر اعتبار، ميگهه ملار صورت دي،
دل دلجا، ڪر بَر جا، پا پوشاڪ پُورت دي،
ناز نواز فيض فياض، امر آواز وِچ عالم.

التا نور، ٿيا ظهور، پيالا پُور ڀرَ پيوين،
مَن منصُور، تي مخمُور، من منظور ڪر اِيوين،
اَصُل ايڪ، نظر نيڪ، هادي هيڪ تون تِيوين،
گوهر گيان، سليمان، ڪر بيان تي بالم.

## ڪافي روپ پِيلو

(۱)

جن کي ارادو جيئن ٿيو عشق جي اسلام جو،
تن کي نباهڻ تيئن پيو نيهي ته ناتو نام جو.

عاشق الاهي آر ۾، ديدن واري دربار ۾،
رهبر رنگي رُخسار ۾، سجدو صحيح سلام جو.

وحدت سندَي وصال تي، قائم قرب ڪمال تي،
موهيا محب مثال تي، پانڌِي پَسي پيغام جو.

سي مرد ٿيا مُحڪم مچي، رمز رِنديءَ ۾ رَچي،
ساقي ڏني سِر تي سَچي، جَم جَم پيالو جام جو.

باقي يڪا يقين تي، دم دم دلاور دين تي،
سالڪ چڙهيا سغين تي، پاري احد انجام جو.

قادر ٿيا ڪامل ڪهي، سڪ سوز ۾ ڏيئي سهي،
سليمان ڏس وانچي وهي، ڪن قاعدو ڪلام جو.

(2)

عِشق جو گُن گيان سان، ڪي عِشق وارا ٿا ڏِسن.

عِشق اڪ آ آڳ جي، روپ راحت راڳ جي،
لئون تن لڳي آ لاڳ جي، سا صاف سُورهيہ ٿا سهن.

اصل الاهي آر تي، تن جو قدم دم دار تي،
قائم قتل جي ڪار، تي عاشق امالڪ ٿا اچن.

حُسيني هَسوار ٿيا، سهرا ٻڌي سردار ٿيا،
سي بَي بها ٻهار ٿيا، ڪيل هي ڪلندي ڪٽن.

مرڻا اڳي جيڪي مرن، جڳ جڳ سليمان جيَن،
پاڪ مئي پيالو پِيَن، مرڪي مٿي موڪي مَٿن.

(3)

سئر صوفي جو سهي ڪر رمز واري راز ۾،
جو ئي ناهي، سو ئي آهي، ڏس اثر آواز ۾.

نت نظر جي نوڪ تي، نروار تي نيزي چڙهي،
ڪون ڏيندو ات ٻيو عشق سوا ڪو اڙي،
ڪر سُڃاڻي سِر ڪي سجدو نت نظاري ناز ۾.

خود خوديءَ کان ٿي خالي، خود خدائي خيال سان،
ڪر خودي کان پاڻ پاسي، ٿي حقي حق حال سان،
ٻيائي جي ٻيڙيءَ کي ٻوڙي، چڙهہ جنگي جهاز ۾.

سڪ چڏي شائق ٿي شاڪر، شوق رک شامل شتاب،
عمر ساعت جاڻ هڪڙي، جَر مٿي هلي حُباب،
ترڪ دنيا سَر عبادت، مُرڪي وڃ مجاز ۾.

جيءَ پنهنجي کي جوڳ ڏيئي، جاڳي ڏي جائز جواب،
طلب جون تندون وڄائي، ڪر روان رُوحي رباب،
سيپ سليمان سو سڻائج، سچ سريلي ساز ۾.

(4)

سبحان الله آهي، صنم ساهه آهي، قول قديمي قالو بلا آهي.

الا انساني صورت سر هو، سُرت سَراسَر سجدو صلاح آهي،
اَنا احمَد بِلا ميمي، باقي بَقا قسم ڪلام الله آهي،
حَسني هر دم حُسيني حاضر، قاعدو قائم قل هُو الله آهي،
سُرت نرت ۾ سَمجهه سليمان، بره بيرنگ بحر بِاالله آهي.

(5)

دلبر جو درسن دائم دراز آهي، عشق انا الحق اصل آواز آهي.

انا الحق جو عاشق چوندو، تنهنجو قائم قرب ڪواز آهي،
بيخودي ۾ جو عاشق ايندو بيشڪ ان جو بره بياض آهي،
خيال ۾ خيال ٿي ڪيلي خدائي، تنهنجو ثابت سئنڪل ساز آهي،
سِر سان سليمان سمجهي صَراحي، ناز نهايت نينهن نماز آهي.

(6)

منهنجو عشق لڳو اصُل آهي خود خيال سان،
تنهين تاب تن کي تايو موهيو مثال سان.

سئر صفاتي ذئي تو حياتي اُنهين ذات ظاهر ڪيو جلوو جمال سان،
بيک بشر جو ٽيو ازل اثر جو ناتي نظر جي لايو قُربي ڪمال سان،
اعليٰ عين عالي جذب ڪيو جمالي پيچي پيچ پايو هادي حق حال سان
رنگي رُخ رهبر، دانهن ديد دلبر، قول قلي ٽيو قائم وحدت وصال سان،
سليمان صورت، ملي من مُورت، مَجلي مِزگان واري بِره بَحال سان.

# ڪافي روپ ڪاريهل

(1)

خواب جو خاتيءَ خيال، عشق تو احوال آٽي.

مُعالم تيو مطلب مڙيو ئي، دل جو دلبر دليل،
ڏي صحيح سِڪ ۾ ساري، تئي وحدت جو وصال
هل توڪل کي ئي تاٽي.

مَٺُ متي موکي مَتا، ڪلال وٺ ڪُسن قليل،
ويا مَئي سان مَئي کي ماري، نينهن نشي منجهہ نهال،
پِيي چڙهيا ڳي گهوٽ گهاٽي.

ديدار جو مشتاق تي، ساري وٺ سائل سبيل،
ڏي طلب جي تن کي تاري، من ۾ ٻارج مُک مشعال،
ڏس مُحب معشوق ماٽي.

تيو حُسن جو جلوو جاري، جا بجا جانب جميل،
وچ ڪُسي ڏي قول پاري، گڏجي صوفين سان تي سال،
سِر ڏجان منجهہ نينهن ناٽي.

تي تبھ تقوي ڪان تارڪ، سُوجهي رک سُوريءَ جو سيل،
چڙھ نظاري ناز واري، حد ۾ هادي جو تي حال،
ٿُون سليمان سَچ سچاٽي.

(2)

ليلان لاڏ ڪري، موڳي مرد مَتيو
هٿان هار ڏيئي، ڪونئرو ڪانڌ ڪٽيو.

لِيلان منجھ لِيور، هُئي مٿاهين مور،
چري تي هُو چور، جنهن کي سودي سَٽيو.

ڪئي هڪ هار چري، ڏسي زيب زري،
مُنڌ پيئي مري، جنهن کي فرق ڦٽيو.

سينو ڪيئن ساهي، پَهه وڏي آ پاهي،
نہ سا کِلي ۽ ڪائي، جنهن کي وِره آ وٽيو.

مهند هيو مذڪور جو ظاهر ٿيو ظهور سو،
ثابت سارو سُور ٿيو، هنيو ڪين هٽيو.

سليمان هو سهاڳ، پوريءَ نہ پانيو پاڳ،
چنيسر ڇا چاڳ، لُوني لوپ لُٽيو.

(3)

عِشق ليلان مست مجنون، ڪئيف پُر خومار مست،
ناز نيڻن جي نظاري، ۾ ٿيو نروار مست.

نِندر مستو مندر مستو گلشن گلزار مست،
رند مستو چِند مستو شب روان، رهدار مست.

رات مستو ڪات مستو بيرنگي برسات مست،
هوش مستو جوش مستو جذب هيءَ جنسار مست.

گام مستو طعام مستو آف تژ آفتاب مست،
مست مڪتب، مست مسجد، سبق هي سردار مست.

شير مستو ڪيهر مستو گهر گينور ملار مست،
فوج مستو موج مستو سر سپهه سالار مست.

ديد مستو عيد مستو عاشقان انوار مست،
ديس مستو ويس مستو هر وجهه وٽڪار مست.

حال مستو چال مستو خوب دم خوش يار مست،
ذوق مستو شوق مستو شاعر ان شمار مست.

خاڪ مستو پاڪ مستو روبون پوشاڪ مست،
بات مستو ذات مستو سِر سلو هموار مست.

(4)

اِظهار عِشق اعَليٰ، عاشق الا الا،
چشمان دي چال چالي، چهرا چلا چلا.

مزگان دي مام ماهر، ظاهر زخار ذاتي،
دائم ڏمال دم دي، حاضر هلا هلا.

اکيان دا سئر سارا، ساڪن صحي سپارا،
قائم ڪتاب قلبي، وحدت ولا ولا.

مئخان موج مستي، بيخود بره دي بستي،
شائق شراب ساقي، پُر پر پلا پلا.

محُڪم محلات مورت، سليمان سمجھ صورت،
رند راز رهبر رُوحي، رلا رلا.

(5)

گهُر ري ڪين گهُرن، چڏي پنڌ پوُرب جا پيرا.

دَم دمي ٿيا دم سان دائم، رندي رمز رهن چاڙهن، ساز سرود سويرا،
ور ڏين ٿا ور ۾ واري، ڳهه ۾ ڪين ڪڇن ڪري، نيهي نانهن ۾ نيرا،
وَهذ ورق وصال جا ووڙي، سيني سُور سهن، گهمي گونگهٽ گهَرا گهيرا،
سليمان سنياسي سُورهيه پهر ڪين پڇن، ڪن ٿا ڏيهي ڏيل ۾ ڏيرا.

# ڪافي روپ ڪانرو

(۱)

هوش ڏي هن حال کي، بيڪس بري بد چال کي،
تون ملائين تان ملي، خاص خَم خَم خيال کي.

هي قول ۾ آهي ڪچو ڪر سڏي صاحب سچو،
آ نام تنهنجي تي نچو ٻل ڳائي ڳڻن جي ڳالھ کي.

وحدت جي ور ويچار سان، پارس پَرچ پينار سان،
نيهي نظر نروار سان، تحقيق ڏي تن تال کي.

صورت صراحي سٔر تي، غالب رهي دم غير تي،
پرور پياسي پير تي، ڏي خاطري هن خيال کي.

داوَر هي توڏي دم ورن، پارس آ تو کي سڀ پَرن،
هيءَ هٿ مهر تنهنجي گُهرن، مٺي مد مستيءَ مال کي.

قائم قُلبيءَ ڪتاب جا، نيهي نشي نواب جا،
سليمان کي مَٺ شراب جا، ڏي پڪ، ڏيان لب لال کي.

(2)

ڪر تون قائم ڪوال ڪي، رب عشق جي احوال ڪي.
ڏي دلاسو دِلرُبا، خوبي نيڪ خصال ڪي.

تنهنجي مُحبت ۾ مچي، بوءِ بي خطر باقي بچي،
رِندي رضا جي رنگ رچي، جيئري پسي جمال ڪي.

عرض هن جو غرض ڪر، فائض فياضي فرض ڪر،
معاف مڙيئي مرض ڪر، سهٽا سُٽي هن سوال ڪي.

تون ڪل مٿي قادر آهين، هر جاءِ تي حاضر آهين،
سر پوش سر سادر آهين، ڇا ڳائيان تنهنجي ڳالهہ ڪي.

قربي قرب قرآن سان، دائم رڪائج ڏيان سان،
ٽئي ساٿس تون سليمان سان، ڪر دور مُحبت ڪال ڪي.

(3)

پيچ خيال ڪان خاصي خبر هن حقيقت حال،
جي سِر ساڻ ثاني ناهي ڪا، بيءَ تہ ملت مال جي،

سِر ڏيئي سَر هو ٿئين، عاشق متان اَرهو ٿئين،
پوءِ سنگ ۾ سرهو ٿئين، چُست رک هن چال جي.

گم تي گريبان ۾، رک ذاتي ذوق زبان ۾،
اوري اسم جند جان ۾، جنگ جاءِ ڏس جلال جي.

تحقيق سان تلقين ڪر، اول عِشق کي امين ڪر،
يا يڪي يَڪو يقين ڪر، ڪر صداقت سوال جي.

جي عِشق جو عاشق ٿئين، ناتو نباهي تون نئين،
پِرت جو پيالو پيئين، پوءِ ڪوثري ڪمال جي.

آ بيخوديءَ جي بات ۾، ذاتي تي خود آ ذات ۾،
سمجھہ حُسن صفات ۾، ڏسي لب تي لعَلي لال جي.

سليمان سِر سجاڻ تون، ڄاڻ عجائب ڄاڻ تون،
پنهنجو نہ آڃ پاڻ تون، وسيع وات اٿئي وِصال جي.

(4)

ڪر جُملي جلدي آوَن، پير عَجب دي پاون.
ڇھريدار چنبيليان چَلپل، چاڪي چِشم چلاون.

ڇھريدار سونهن سر سريان، پاون زيب زينت ڊِيان زريان،
رک پرهيز پوشاڪي پَريان، ڏي گھوران وَل وَل گھاون.

گھُوران ڏي گھمسان گھاوڻ دَي، سؤز رنگي سينگار سانوڻ دي،
مُنهن تي مونگهان ڏانءِ ڏاوڻ دَي، ٻي لعَلي لبان تي لاوَن.

لال لبان ڪُون لاون لعَلي، موهن لاءِ مشتاق موالي،
رکن چالي ڪرن بيحالي، اور عَجب آواز الاون.

اسم الاون عئين اشاري، سني سُليمان سيني ساري،
پونئر قِرن جِيوين باز بُکهري، کِل خُون جِگر دا کاوَن.

(5)

مئڏي رانجهن دا آ ويکَي رنگ ڪا، لاهہ لقاب لِيئي لنگهہ ڪا.

حُسن حقيقي هُل هُلايا، بِره بيحد پيد بُلايا،
سُڻ سَمجهہ، چوڙي سنگ ڪا.

وچ ميدان مُحبت والي، پيءُ پيالي پر متوالي،
چوڙ نيم نت ننگ ڳا.

سنگ سياڪي سَهمين ستڪي، طعني ٽُنڪي مِهڻي متڪي،
توڙ تڳي وڍي ونگ ڪا.

رمز رانجهن دي نا ڪنهن جاتي، صاف سُليمان صَحي سڃاتي،
رک نينهن نظارا نسنگ ڪا.

(6)

پِيوڻ نال شراب، چلي ڳئي هوش حِجاب،
شوق شينهن ڪِيتا، ڏينهن لٿي حرف حساب.

نَاز نظاري نَنگي، جوش جڳايا جُنگي، ساز سُرودي سنگي،
رڳ رڳ وچ رباب.

ساقي صاف سجود، وحدت ورق وجود، لاشڪ لا مقصود،
نشا نينهن نواب.

پاوَي دَروني جهاتي، اَصُل تيوي اثباتي، ذوق زياده ذاتي،
صورت سئر ثواب.

مجلس تئي مئخانا، سالڪ سِر سلطانا، ثابت ڪر سليمانا،
قربي تيا ڪَباب.

(7)

ڪر خيال ختم خيبر دا، بن بردار عَلي حيدر دا.

نال عِشق دي ماڳ ملها چا، پير پتنگ تي پِڙ وچ پا چا،
ڳالھ ڳُڻان دي ڳجھڙي ڳا چا، رک سوُز سَچا سِرورَ دا.

بيرنگ بات بِرھ دي باري، ويک سهڻي دي سَچ سَرِدارَي،
ماڻ مُحبت ميگھ ملاري، درباري تي دلبر دا.

مُلڪ سچي دا وارث والي، سو سرڪار وسي نئون بالي،
چوڙي نہ گوهر گنج تون خالي، تئي حُر حقي حيدر دا.

پولا رنگ رسم دا پَن تون، پَنجان بارهان دا طالب بَن ٿُون،
رک سُليمان سادا تن ٿُون، هِوي مُک منگهن محشر دا.

(8)

هي محبوب ساري مظهر دا، تئي غلام صحي صفدر دا.

عربي ادرڪني الايا، هادي حيدر تيا همسايا،
جاني جلدي عادل آيا، ساتي سجن سَرگردَا.

شارڪ شمرشڪايت ڪردي، مفت مخنث مُلحد مَردي،
بَردي عاشق هِن دلبر دي، رک سڪ ثمر سرور دا.

محُڪم موج اِنهين وچ مچ تون، نان مولا دا گِهن نِت نچ تون،
رک صفائي سيني سَچ تون، تي پاڪ سخي پرور دا.

سُليمان دي سيني سارا، وڄي نوبت نينهن نغارا،
آوي انور عين اجارا، مُک متا مُنور دا.

(9)

عاشقان دَي مُشرَب دي، ڳالهہ ڪرڻ ڪنون دُور هَي،
عِشق شريعت زُهد تقوي، ماٹن مل منصُور هَي.

ڪيڏن عاشق برسِر بازي، مُور نہ پُڇدي ملان قاضي،
چوڙ مُدامي محُڪم ماضي، مام اها مشهور هَي.

عاشق اُلٽي رمز رَلاون، پير پِڇون تي مُور نہ پاون،
قائم ڪؤنتل قرب ڪڏاون، ايءَ نينهن نظارا نور هي.

عاشق عِشق دي آتش آون، مَئي مُحبت مَچ مَچاون،
جوش جذب تي جان جلاون، اي درد وندان دستور هَي.

پا تَرازو تحدل تولن، سَچ سليمان ٻولي ٻولن،
سِر سَر واهہ سجڻ تون گهولن، ماڳ اهو منظور هَي.

(10)

اکيان ڪيتا شاهِي شور، زيب زينت ڪر ظاهر زور.

ويک شمع ڪون شائق آوَن، پير پتنگ تي پڙ وچ پاون،
سِردا سودا حُر هلاون، سِر سجڻ تون ڏِيوَن گهور.

ڪاهه ڪلالي قُربي آون، پارس پاڪ پيالي پِيوَن،
مرٽي مانجهي سي مَرجِيون، ترڪ ڪن طرف طمع دي ٺئور.

نينان ڪيتي قِرن نِماٽي، وحدت والي وَيس وڪاٽي،
يار دَي ماٽي اُنهان ڪون ياٽي، پڙهن دلبر دائم دؤر.

دين ڪُفر دا فرق نه جاٽن، اپنا آپين آپ سڃاٽن،
مل سُليمان مطلب ماٽن، عاشق اُلٽ الاون اؤر.

(11)

رَس رُوپ راز رندي، رُخ رويرو رلا دي،
دل دين اپٽان دائم، سارا سما سُنا دي،

طريقت ڪفر تي قائم، بيخود تي پير پا دي،
تبريز تاج سِر پر، اپني ڪَل ڪلادي،
سونا پرک ۾ چاندي، سالڪ صحيح سَلا دي،
مَرجان موتي ماٽڪ، هِيري هار دُر هلا دي،
عادل تي آپ آپِين، حُر دي حُڪم هلا دي،
پي پيالا ڪئيفي، جِي جسم جلا دي،
سُليمان حال هر دم، محبوب دم مِلا دي،
بَرُ خيز ساقي صاحب، پر پر پلا پلا دي،

(12)

صورت ڪُون صاف سجدا، نِت نيڪ سر نما دي،
اَصُلي قسم اِسم جا، لئون لَئون اوپر لگا دي،

حسد، بغض تي ڪِينان، ڪُل ڪفر ڪون ڪٿا دي،
جمالي ڪمالي قائم، خيال دم ڪُلا دي،
عاشق وفائي واجب، وڃ پير پرت پا دي،
نيهي نماز ناطق، پارس پڏر پڙها دي،
سنيچر، اڱارا، آچر، سومر ڪا سُر سنا دي،
اربع، خميس، جمع، پيغام ايءَ پڃا دي،
برحق الله اڪبر، بانگ دم بُلا دي،
ڪلمان عَجب ڪا عاشق، آواز ايءَ الادي،
شريعت، طريقت، حقيقت، معرفت ملا دي،
صوفي سبق سُليمان، پرمل پڪا پَتا دي،

(13)

سارا سئر صفاتي ذاتي هي، مِني مام محبوبي معنيٰ
عاشقان ڳل پاتي هَي.

نَين نرالي ڏيون ڏڪالي، پر پر مارن بڙڇان ڀَالي،
جهاتِي وچ پئي جهاتِي هَي.

زلف زوراور هن زنگي، جوڙن جُملي جلدي جنگي،
دم نفي وچون، اِثباتي هَي.

دلبر ديدان خم خم كولي، بالم بلڪل ڀڳُڙ ٻولي،
لڳي نوڪ نينان ڏينهن راتي هَي

سُليمان ٿي صاف سڄاڻي، موج مُحبت والي ماڻي،
دل لئون لطف دي لاتي هَي.

(14)

ٿي سالڪ صورت سڄاڻج، آ عِشق جي اعتبار ۾،
رهه فدا فاني فقر سان، ڪلمي دم قرار ۾.

دور دنيا ڪسب ڪوڙو ڏِسُ بره بيان ۾،
ٿي صوفي سُوري تي سنرو عِشق جي امتحان ۾
سودو صفائي جو سَچو آ ٻُل عَجب بازار ۾.

سانگو ڇڏي سر ساهه جو ٻوئتي نه پير پاءِ،
وِٺ نه وجهه وصال ۾، وحدت وجودي کي وَساءِ
ماڻي مطَلب من جا، رهه رِندي رفتار ۾.

رک توَڪل ڇڏ نه تقويٰ، دم قدم اڳتي اُٺاءِ
آ طريقت جي ڪُفر ۾، ٻيائي لحظي ۾ لٽاءِ
ڪر پرت ۾ پاڻ پڌرو، ڏس اَصُل اسـ ِار ۾.

ذات سان هم ذات ٿي، ور وسيع واپار ڪر،
رک سليمان عِشق ۾، ثابت اسم کي اِظهار ڪر،
لال لطف سان لڳي، پس حُسن هبڪار ۾.

(15)

عاشقن ڪنئي عِشق جي ڳالھ اھا ڳولي ڳري،
مرد سي منصور ٿِيَڙا، پيا مامِ مُحبت ۾ مري.

عاشقن ڪي عِشق اندر ۾، ڪيو بيرا ڳي بره بندر ۾،
مُحبت واري مست مندر ۾، ڪيا ذوق جي ظاهر زري.

بادليا برسيا وتن، طلب تن جي تات ٿن،
ڪٿي حال ڪن حاضر هٿن، سُوجهي ڏِيَن سائي سِري.

پيا ٽپي ٽڳا اِيءَ ٽوڙي، خيال ۾ خود خيال ڪوڙي،
بيائي جي بيڙي کي بوڙي، وڃن تارَ مان تارو تري.

صورت ٿيا سُليمان سِر ۾، پاڻ ڳولي پنهنجو پِرَ ۾،
گهمين لهن تا گهوٽ گهر ۾، دم جي اندر ڪولي دَري.

(16)

آيو عِشق عاشقن تي، برھ جي باب ۾،
قول جي ڪلمي نيا، قلبي ڪتاب ۾.

تا سڃاڻن سِر کي سالم، عادل عجاب ۾،
پُرجهي پسن تا پارس، خالص خطاب ۾.
هَادي هَوس کي ماري، نہ هلن حجاب ۾،
تَڪ تور ڪن توڪل، ساعت ثواب ۾.
سينو صاف ڪري طواف ڪن، مُنهن رُخ محراب ۾.

سِر ڏيئي سرها ٿين، نيهي نشي نواب ۾،
سُليمان ڏَر ڏيان ڪر، ڪشش ڪباب ۾،
وسري وڃن هي هُو سَڀئي، رکين جي نظر نقاب ۾.

(17)

آيو عِشق جن اول، عَجب صورت سلام ۾،
قؤل تي قائم رهن، قادر ڪلام ۾.

صورت پسي سي صاف ٿيا، پوءِ مُحبت سڀئي معاف ڪيا،
عِشق جي انصاف نِيا، پيا عادُل علام ۾.

حيرت حُسن جي هو نيا، دم خيال ۾ خوشبوءِ ٿيا،
راحت ڏسي رند رُوءِ پيا، پارس پيغام ۾.

ذوق جي ظهور ڪيا، سُوري سيئي منظور ڪِيا،
ملن گهٽا مذڪور ڪِيا، پر هُو هئا حمام ۾.

هو حال ۾ حيران ٿيا، ناتي نسنگ نيشان ٿيا،
صورت ۾ سُليمان ٿيا، رکي دل دلبر دام ۾.

(18)

شڪ ناهي حق ۾، مُحبت سَري ميدان ۾،
پِر پُور ۾ منظور ٿي، چالي چوغان ۾.

ور وندر واپار ڪر، ڪنڌ لاهڻ جي ڪار ڪر،
ڏڙ ڪان سِسي کي ڏار ڪر، گوهر گيان ۾.

اٿو محتسب واعظ ڪري، ملامت رکي مفتي مري،
دريافت نٿو دل تي ڏري، ظاهر زبان ۾.

آهي ازل ۾ هِڪ اَدا، اُڄ جهِڪ هُو مالڪ خدا،
سڪندر صدر شاه گدا، رکي امن امان ۾.

حَد بِيحد ڏاها ڏسن، وحدت ۾ وِهسَن وسن،
راحت ڪيئي راوت رسن، سُليمان سي مئخان ۾.

# ڪافي روپ سُورٺ

(1)

رُخ ڏسي رُو زَرد ٿيا، افلاڪ سڀ اسرار جا،
شانَ ۾ شامل مليا، سي گڏ گوهر گفتار جا.

پرَ ۾ پِرينءَ تي سڏايو صاحب تنهن سلطان کي،
ڏنئين شرف شاهہ کي، ماڳ تنهن مڪان کي،
ادب سان عربي تي آيو پاڪ هنڌ پِيزار جا.

حُورون، پَريون، جِن، ملائڪ، شاعر، سخي سڀ اشتياق،
حُسن تي هر وار هر دم ملڪ جو مالڪ مشتاق،
حُڪم سان هادي تي لاهيا، سي قلف قطار جا.

مُنهن کوليَ محبوب ڪئي گفتگوئي دل گڏي ،
ذات ۾ ذاتي ٿيو ظاهر، سَچ صفاتي کي چڏي،
لعل لب ياقوت موتي، جڙيا تي جِنسار جا.

باغ بهشتي سبز ساوا ڪن چمن چَمڪار جي،
ڪن نڪٹ نَاز نميو چؤطرف چؤڏار جي،
عاشق ۽ معشوق مُرڪي گل گهمن گلزار جا.

واعظ وحي تي ڪيو حضرت جي حضور ۾،
پارس پردي ۾ ڏنو سو ناهي مُنهن منصور ۾،
چؤ سُليمان حق ۾ هڪ ٿيو پسي پيچ پل دستار جا.

(2)

مخفي مني محبوب جا، پيوند جنين پيچي پيا.

سُرڪ پِيتَئون سڪ جي سَچي آيا نينهن جي ناتي نچي،
مرد ٿيا مُحڪم مچي، سڀ لوڪ جا لاهي لِيا.

دلبر دنيا کان دور ٿيا، ملي مرد سي مَخمُور ٿيا،
مُحبتي منظور ٿيا، ڪري نينهن جا نيهي نِيا.

هر دم حقي هڪ حال ٿيا، پهه پور ۾ پئمال ٿيا،
سي بَي بَها، بحال ٿيا، رسم چڏي ٿيا بي رِيا.

سُليمان سر کي سَمجهه تون پوري پسي پڪ پُرجهه تون
ڳولج ڳُجهو دم ڳجهه تون، ڏس ڏِسڻ جا ڏوري ڏِيا.

(3)

پِرتئوُن پسي آيا پانڊي، مانجهي مديني جام جا.

تحقيق سان تيار ٿيا، نالي منا نروار ٿيا،
عرفات ۾ اِظهار ٿيا، پاري آيا قؤل قيام جا.

ويا نظاري نِياز سان، عاشق عَجب آواز سان،
ڪامياب ٿيا ڪواز سان، غازي غِزا جي گام جا.

ساجد ٿيا صورت سندا، مِزگان مک مورت سندا،
ظاهر ٿيا ظَهورت سندا، صوفي سَچا سلام جا.

سُليمان جي گلزار گُر، وارث وسيلي وير وَر،
دلبر دريافت جيئي در، پيتئُون، پريل جَم جامَ جا.

(4)

ديدار دلبر جو ڏٺئون، اسرارِ اکڙين ۾ پسي.

مشتاق ٿيا محبوب تي، رهبر رنگي رُخ روپ تي،
خود ٿيا خوش خوب سي، ويا رمز رنديءَ ۾ رَسي.

نينهن نياري ڪيا نانگا، چڙهي سَورهيہ سيئي سانگا،
لنگهيا لاحد متي لانگها، ويا ويڙهہ وحدت ۾ وسي.

مردن سَندي مئي مام جي، ان عِشق جي اسلام جِي،
قائم ڪُلي ڪلام جي، ڳل ڇا جاڻن ڪدڙا ڪَسي.

سُليمان گُر جي گِيان ري، دم قدم جي ڌيان ري،
نيت نيڪ نيشان ري، بي ڪارِ سڀ ڪُوڙي ڳسي.

(5)

طرف سڀئي تَرڪ ڪري، وڃي پيا پناري عِشق جي.

جِنين پرت جا پِيوند پيا، سي پُري پيرائتي پنڌ پيا،
پوءِ سِر ڏيئي سرمد ٿيا، ڪُسي ڪناري عِشق جي.

ڪٺي حال هُو آيا هلي، چوغان ۾ آيا چلي،
طمع کي ڏيئي تلي، لڳا سي لاري عِشق جي.

وره وهاڻيا گهَري گهاٽي، وٺ رکيائون مَٽا ماٽي،
جهنگل جهَريُون جهولا جهاٽي، آيا اوتاري عِشق جي.

اول ارادو اَصُل آڻي، محوِ ٿيا محبوب ماڻي،
سَچ کي سُليمان سڃاڻي، نيا نظاري عِشق جي.

(6)

صوفي سانگو سِر جو ڇڏي، رهہ عِشق جي احرام ۾.

نَاز نيڻن جو نظارو، وا وصالي وهل وارو،
منجهہ سيني سمجهي سارو، مَست ٿي مَئي مام ۾.

شوق جي شراب سان، مخمور ٿي مئي آب سان،
نيهي نشي نواب سان، جاڳي پئو جَم جام ۾.

قلب ۾ ڪلمون پري، پاڻ کان ٿيجان پري،
ڪُفر طريقت جو ڪري، آ عِشق جي اسلام ۾.

ڪُڏي قتل جي ڪارِ تي، آ تون اڏيءَ جي آر تي،
وفادار ٿي واپار تي، نيشان ٿي نر نام ۾.

هڪ هَم سال حال تي، پهه پرت پئمال تي،
رحمان سان رنگ لال تي، رنج نـ رهه تون رام ۾.

ثابت صدق سُليمان ڪر، ذاتي ذوق زبان ڪر،
من مُئل مئخان ڪر، قائم ڪثرت تي ڪلام ۾.

(7)

جن کي مليو چِند جان سان، تنهن جي آهي تن کي خبر.

بيرنگ بدن بازار ۾، ساڪن ٿيا سينگار ۾،
قائم قرب جي ڪارِ ۾، نانگا آيا نينهن جي نظر.

آيا عِشق جي نت آر ۾، ديدن واري دربار ۾،
پياسي ويا پاتار ۾، آباد ڪن اَصُلي اثر.

نعرو هڻي نروار ٿيا، سي مُحمدي مهندار ٿيا،
سِر ڏيئي سَرِدارَ ٿيا، برباد ڪن پنهنجو بشر.

وحدت سندي واپار تي، پُرجهي پيرائتي پار تي،
اعتبار ڪن اخبار تي، ڪامل ٻڏي قابو ڪمر.

سُليمان سِر سُجاڻ تون، پنهنجو آڻج پاڻ تون،
تحقيق توڪل تاڻ تون، سڪ جو ڪڻج ثابت ثمر.

(8)

عِشق وارن جي اڳيان، ڳالھ ٿئي نہ ڳُجھي.

سِر ڏيئي سلطان ٿيا، نت نَاز سان نيشان ٿيا،
پڙ ۾ پتنگ پروان ٿيا، ويا روبرو رَنگ ۾ رچي.

سَچ سنگ ۾ سينگار ٿيا، مُحبت اندر مٺدار ٿيا،
سي نِت نِسنگ نروار ٿيا، رهيا نينهن جي ناتي نچي.

مَئي پي پڌر مخمور ٿيا، حق حال ۾ حضور ٿيا،
دل مَن ڏيئي منظور ٿيا، سي سِڪ رکن ثابت سَچي.

مک محو ٿي مشهور ٿيا، سي مُحمدي مسرور ٿيا،
نورؤن عَلي سي نور ٿيا، آيا پرت ۾ پلپل پچي.

قل قرب جي قرآن ۾، سُليمان لآمڪان ۾،
دم دم ڏٺي ڏيان ۾، مِلي مرد ٿيا مُحڪم مچي.

(9)

سر تہ منهنجو ساھہ سُوڏو آ ٻيجل تنهنجي ٻول ۾.

سر تہ صدقو ساز تان، ٻيون محل ۽ ماڙيون،
هاٿي هنبارين سان هزارين، ڏيان ڪالهوڻي قول ۾.

روبرو رباب سان، خيال تو خريد ڪيو
مال ملڪيت ميڙيون، تون آ چڙھي چوڏول ۾.

طَعان ڪي تکو ڪري، تو ڏِيل منهنجو ڏاريو
وڍِ تہ ويرا هٿ اچئي، مَت پوي نہ روڄُ رتول ۾.

ٽيو سٽي سُليمان سرهو جو ڳجهو تو ڳالهائيو
مُنڊي ڪٽي هي منگتا، ڏي انيرا جي اول ۾.

(10)

سانون مست ڪيتا مهتاب، هڻڻ هموار نهين.

دنيا دولت دو رنگ ديواني، اهل اهو اسباب،
وِصل واپار نهين.
علم عقل ڪون عِشق نہ جاڻي، ابجد اؤر حساب،
ڪرڻ ڪم ڪار نهين.
شيخي مشاخي پيري بزرگي، جزوي جوڙ جواب،
هُنر هوشيار نهين.
رڳ رڳ دي وچ ريت زباني، رسم راڳ رباب،
ادب اعتبار نهين.
ڏيکڻ آکڻ فرق فقر دا،بنا قلب، ڪباب،
ڪل قرب دار نهين.
خم خم دا خومار خدائي، خفي خيال خطاب،
بره بيڪار نهين.
سُليمان اتاهين آيا، جٿ نہ ڏوه ثواب،
لکڻ لاچار نهين.

(11)

چڏي وظيفا ورد واجب، گم ٿيا گريبان ۾،
ڪن سڀي ساجد تہ سَجدا، روبرو رحمان ۾.

روبرو راضي رضا، رند راه تي رِيڏا وتن،
شه شمع جي شعاءَ تي، پروان ٿيو پر م پچن،
موج مستي محب ماڻي، محو ٿيا مئخان ۾.

دم دمين دم ساڻ دائم، پاڻ عادل ٿيا امين،
انا احمد بِلا ميمي، ياد ڪن ياقي يقين،
عارف احد مان آئيا، ساڪن ٿيا سُبحان ۾.

پر لَڪا جي پار ويا، لاءِ جا لِيا چڏي،
نِت نفي، اثبات ۾ گام ڪن، گهرا گڏي،
فرض فنا جو پڙهي ويا لائق لا مڪان ۾.

صاف ٿيا سُليمان صوفي، سَئر صورت جو ڪري،
حد حقيقت حال يائي، ڏيان اَصُل ڏُر جو ڏري،
سي بقا باقي ٿيا، بيشڪ جُون پائي جهان ۾.

# ڪافي روپ ياڳ

(1)

بي مثل دا مثل ڏٺو سي، احد احمد اَصُل ڏٺو سي.

بي مِثل دي بات نہ ڪائي، راول رندي رمز رلائي،
هادي هِردي حال هلائي، قرب والي ڪؤنتل ڏٺو سي.

ڏڙ ڪنُون سِر ڏار ڪريندي، ڏي وٺ دا واپار ڳريندي،
نينهن نسنگ نروار ڪريندي، غازيان تي نان غصل ڏٺو سي.

جذبئُون جان جلاون جوڳي، ويک تِنهان ڪُون روندي روڳي،
او راز رضا دا وَئندي يوڳي، اي نيڪ تنهان دا نَسُل ڏٺو سي.

سِر سُليمان پيير تہ پاون، ڳالهہ اها ئي اُلٹ الاون،
نَاز نظر تي ناٹ نماوَن، ول وِصُل تي وِصل ڏٺو سي.

(2)

ڪعبہ سلام ڪِيا هي، صورت سلام ميرا،
اسرار سر صحيح هُون، پسڙ پيغام ميرا.

آَفلاڪ ۾ اول سُون، ڪُن اي ڪهان الايا صفات ۾ تہ ذاتي،
خاڪي ۾ حزقا پايا، آدم بُنياد رَبه، اَصُل اسلام ميرا.
هادي حُسن هَما مان، گلزار گل آ مان،
جسماني پاڪ جامان، حاضر حڪام ميرا.

عِشق پُر پيالا ساقي ديا هَي مُج ڪو، خئبر جِسي خزان ڪيا،
آدم نہ عَلي حيدر ڪل تي قدم قادر ڪثرت هي ڪام ميرا.

سُليمان ڪي صدا هَي، عاشق ازل ادا هي، جس ۾ آپ اطهر،
اُس پر نهين جُدائي، انسان پر اشارا، ڪُلي ڪلام ميرا.

(3)

علم عقل عِشق دا، نہ صلح ڪنهن سالڪ ڏٺا،
درد مَندان دل اتي آ مِينهن مُحبت دا وٺا.

عِشق دي آتش بازي، مور نہ چاڻن مُلان قاضي،
رک تپش تن تي تازي، ساز صحبت دا سٺا.

ساڳي صفت سبحان هي، باقي بقا بيان هَي،
تي احد آيا انسان هي، ٿيا ماڳ مُحبت دا مٺا.

رُوحي رقص رباب هي، سٽڙ صحيح ثواب هَي،
شاهِي شفا شراب هي، مُنڪر نہ مَئي پيوي مٺا.

ناطق نظارا نُور هي، سُليمان ذوق ظهور هَي،
مرد سو منظور هَي، جو ڪات قربي هَي ڪُٺا.

(4)

دل لائي سو دلربا جو عِشق دي جهُوتي جهٽيا،
درسن تي دِيدان سو پَسي، حسد جنهن ڪِينا ڪٽيا.

عِشق دا نيهي نغارا، دل لڳا دلبر دُلارا،
سوز سيني سُرت سارا، نہ لاءِ دَي لِيئي لٽيا.

مجنون مثل موجود هَي، عاشق سچا سُجود هي،
ناتي اندر نابُود هي، سيف صورت دي سَٽيا.

عِشق عَجب اِظهار هَي، مالڪ ملڪ مُختيار هَي،
سڀ سٺر دا سينگار هي، مشرب نہ تنهن اپنا مٽيا.

سُليمان دا هڪ حال هي، بالا بره بحال هي،
خُود خدائي خيال هي، قدم نہ تِل تنهن دا هٽيا.

(5)

ڄاڻي الهہ ڪيا هُون اسان، ڪيا اسان ڏِي ذات هي،
عِشق دي احوال نال، خود برهہ دي بات هي.

اول آدم ڪِٿ هويا، ڪام ڪهي ڪهہ اِٿ آيا،
پلا آڪو ڪنهن دا ڄايا، ثابت ڪرو صفات هَي.

ڪِتان ياور ڪِتان ياقي، ڪِتان موجود ميثاقي،
ڪِتان ساغر ڪِتان ساقي، ڪِتان ازل دي ذات هَي.

ڪِتان جسد ڪِتان جسمي ڪِتان عاشق ڪِتان اسمي
ڪِتان رندي ڪِتان رسمي، ڪِتان عِشق آيات هي.

ڪِتان مسجد ڪِتان مندر ڪِتان صوفي ڪِتان سمندر
ڪِتان قائم ڪار قلندر ڪِتان هِڪا آيات هي.

ڪِتان جلوا ڪِتان جلي ڪِتان باليٖ ڪِتان بُو عَلي
ڪِتان حيدر ڪِتان عَلي ڪِتان قُربي ڪات هَي

ڪِتان سرور ڪِتان سرمد ڪِتان عربي ڪِتان احمد
ڪِتان مالڪ منا مُحمد ڪِتان شاهِي شفايات هَي

ڪِتان بشر بيان هَي، ڪِتان آيا تي انسان هَي،
ڪِتان صحيح سُليمان هَي ڪِتان وهي وات هَي

(6)

آءُ اَصُل تہ عِشق آهيان، لاءِ جو لقب ڪيئن لائيان،
خيال خود جو ڪري ختم، خيال سان ٿو خيال ڪاهيان.

عِشق جو اعَليٰ اثر، قائم ڪُلي ڪُل تي ڪثر،
ماٺهو ملڪ جِن و بَشر، تِر نہ تنهن ۾ پول پانيان.

منصور تي مَئي مام ۾، عاشق تي آئِس عام ۾،
جُڳ جُڳ جِيڻ جي جام ۾، ڳالهہ ڳُڻن سان ڳائيان.

پِرت سان دل پيچ پايو راز رندي روح رايو
شوق تي سو شينهن آيو چاهہ چشمن جي تو چاهيان.

بيرنگ بره بياض ۾، ڪيم امر آواز ۾،
سو سُر سُليمان ساز ۾، تو ويس وحدت جي وڄايان.

# ڪافي روپ ڪوهياري

(1)

عِشق مُتوئي آدمخورا، تنهن ڪُل بازي چاتِي هي.

شاه بلاول ڪُون گهاڻي پيڙائِس، ذڪريا سِر ڪَرت وهائِس،
ڳَئي ڪَنب سپ ڪنهن چاتي هَي.

سُوري تي منصور چڙهائِس، شمس الحق دي کَل کَلائِس،
اي ڳل ملامت پاتي هَي.

ڪربلا وچ حُسين ڪهائِس، صوفي دي سِر سيف وهائِس،
اڪ وچ ڪالي ڪاتي هَي.

وچ عبرت سُليمان مڪاني، حيرت هوءِ ڏِتي حيراني،
ڏس ڏورڻ ڏينهان راتي هَي.

(2)

آپ ڇُپا ڇُپ عشق ڪَنون، سِر آدم دا نيشان ڪِيتوئي.

چَشمان والا ڪول تہ چالا، رنگيوَر دي وچ راز نرالا،
جُملي جوڙ جهان ڪِيتوئي.

مِل مَلڪان دي گهِن منظوري، نيت ڪِيتي ٿئين اپني پُوري،
وِچ خاڪي پاڪ مڪان ڪِيتوئي

ظاهر ڪِيتوئي زمن زمين، آ تِيُون تون آپ امين،
آ مُٿ مٿي اعلان ڪِيتوئي.

مام مثل وچ منصف ماهر، جهڙا اندر تهڙا ٻاهر،
آ ثابت ڪر سليمان ڪِيتوئي.

(3)

هڪ دِن عِشق اسان ڳن آ ڪي، ڦرنا يار اَلئندَين تون
اُلٽي رمز رَلئندئين تون.

آ ڪِيتوئي اِظهار اهو ئي، جنهن دا ثاني شانَ نہ ڪوئي،
جذبي جبل جلئندَئين تون، چَلپل چشم چَلئندئين تون.

عِشق نہ ڏيوين سمجهہ تي ساهي، قصدَئون وَٺندئين ڪامل ڪاهِي،
روهين رمز رَلئندئين تون، تہ پر وچ پِرت پلئندَئين تون.

گوهر گام گدا ڪَريندَئين، عالم سيو ئي واه ڪَريندئين،
وحدت ورڪ ولَئندئين تون، تي مام تہ مرد مَلئندَئين تون.

هر دم تي هوشيار هَنتي تي، گهر گهر، ٿيندَئين گهور گهتي تي،
اهي چَپن چَپيئندَين تون، طالب تڪ ٽُلئندئين تون.

سؤ سلطان چنبي وچ چَٽندئين، سُليمان تي ساڏ سَڏئندئين،
هِردي هُل هَلئندئين تون، تہ ازخود حُڪم هَلئندئين تون.

(4)

دل لا دلبر يار، اسان ڏي ڳالھ ڪيھي ول سُڻندئين ٿون،
ڳالھ ڪيھي ول سُڻندئين تون.

احد وِچون تي آئين عاشق، ميل ملامت چَئندئين تون،
گھتي گھتي وچ تِي ڪي گھورا، لاڙي ڪيھي لگ لڙدَئين تون.

نادر تي نمرود جِھا، ڦوڪ آڙاھ پَلٽندَئين تون،
ابراھيم تي قربُ ڪمائِئي، ول اِنھين وچ وٽندَئين تون.

مُحبت وچ مجزوب مجنون، ذوق زھر دا پِئندئين تون،
ليلان تي ڪي منع ڪريندئين، خيال ڪِھي ڪُپ ڪڙدئين تون.

ٿوڙ ڪي ٿڳي شان شرم دي، پڙ وچ پير تہ پَئندئين تون،
تي سنيان سُڪان دَي اڳون، پوٿيان ڪيھان پڙھدَئين تون.

منصف تي منصور جِھا، سُليمان سڏيندئين تون،
پِيري آخيري نَھُون نہ ڏيکين، چاڙھ ڪيھي ول چَڙھدئين تون.

(5)

پينر آيا مون ياڳ وڏي، ڪو عيب ڏسي ويا چوري چِڏي.

ذات برھمڻ آھيان پوري، ھاٽي ھوت ڪري ويا زوري،
ھڪ رات رھي ويا لعل لڏي.

جوڙَي هنيائون برهان ٻڪيا، سرتيون ترس نہ توڙئون سڪيا،
جور و جفا ڏنئون جيءَ جڏي.

ويندِيَس ور لاءِ واٽ وندر جي، هو تہ ڪري ويا حال هجر جي،
درد ڏيئي ويا گوندر گڏي.

سُليمان ٽي سڄڻ ساريان، لوح قلم جو لکيو پاريان،
ڏيج ڏنائون سُور سڏي.

(6)

ذات برهمڻ ڪوجهي، ڪچي، مون کي نينهن ڪيو نروار اچي.

پايم پيچ پنهل سان پورا، درد دُبارا ڪامڻ ڪُورا،
ويو رنگ ان ۾ روح رچي.

نالي ناتي ڪيُس نماڻي، ور وندر جي دلڙي وِڪاڻي،
پَهه پرت ۾ ويَس پچي.

ڏونگر ڏيهہ ۾ تيينديس ڏوري، جندڙي گهوٽ پنهنجي تان گهورَي،
سڪ سيني ۾ اتم تہ سَچي.

ساٿ سليمان ويو تہ وطن تي، حرف نہ ٻانيان جيڏيون جَتن تي،
ڳائي ڳُڻ پايم ڳولي ڳچي.

(7)

ويساهي ويا مُون اڌ رات آري، عيب ڏسي ويا ڪري ڏار ڏاري.

ڳَش ڪيچن آءُ نہ آئي، مام مَروشي تن وات وائي،
جان ڪسي هليا دلڙي ساري.

پرئي پنهور ۾ وري ڪيئن وِهنديس، لوچي لَڪن ۾ ڏوري ڏسنديس،
ور لاءِ وسايان وندر جي واري.

سهجان تو کي سور سُٽايان، لِکيا پير پرت جا پايان،
بار بِره سِر آيو باري.

ڪچو ڪين ڪيچن کي چونديس سُليمان ساٽ جي پيچ مان پونديس،
پاڻ ڪندو اي پرين پوئواري.

(8)

عِشق آريءَ سان لڳو نينهَن ناتو پيچ پنهل سان پاڻ مون پاتو.

بَر پينر پنهورُ تي پانيان، ڪيچ ڏٺي ڏي ڪاهيو ڪاهيان،
سِر سفر چُمي مون چاتو.

مون تي وره ڪيُون ويتر وارُون، اوريان اڏيون ڏونگر ڏارون،
ڪاهي ڪاهينديس ڏينهان راتو.

اوهين سيئي چئي تہ چُڪيون، ڏوري ڏسنديس لوچي لَڪيون،
اڏيون آريءَ کي نہ ڏي ڪا آراتو.

جوڙي جَتن هَنيون جيءَ ۾ جڙيون، لوح قلم پيون ڦُربي ڪڙيون،
سُليمان سسئي صحيح حق ڄاتو.

(9)

وري ويڙ ويندي جيڏيون، جتي الا، ڪو دم آهيان هاڻ هتي.

پُور اتي جا پهري پيڙا، اوڏا تين جن ڏني ڏينهن تيَڙا،
ويڃڻ واجب تيو اول اتي.

ساهہ سنگهارن سان مَن سِيتم، ڪير ڪتيرين سان گڏ پِيتم،
سا نہ وسري سرتيون ستي.

قلم قضا جا لِکيا لوڙيان، سِڳ ساٽيهہ ڇني تا نہ ڇوڙيان،
ٻَڌي ٻانهيارين ڳُوبي ڳُتي.

سِيل سُليمان پوري پُڄائيان، ويڙ وطن وُٺي واجهايان،
منهنجو مارو وٿ هينئڙو هُتي.

(10)

هت ڪيئن وِهان عمر سِيل ستي، هُت مارو منهنجو من لوڙهہ لَٿي.

زور زور آور ڪئي تو زوري، ناحق جهَلي تو ڇا ڪان ڇوري،
پريءَ پُسي ۾ ڪير ڪٿي.

ٻاروتڻ جون هُيم ڪي ٻولُون، آٿي عمر ڪَئي تو اولون،
وسان نہ وهنديس ماڳ مَٿي.

واءُ وِصَلَ جو ورندو واسي، اکيون اباڻن لاءِ اداسي،
هؤر هِيئين ۾ جهوري جهتي.

سُليمان سڪي دل ساري، آب اکين مان هردم هارَي،
قيد ڪني سا ڪُئين ڪتي.

## ڪافي روپ گُجري

(1)

اباڻن ڪان آيا نياپا جي نَيهي، سُڻ سوال سومرا ڪر ويچار ويهي.

قوي قيد ڪهڙا، پُڪي پاند پيِڙا، ڏسي ڏوهہ اهڙا، ڏکي تي هي ڏيهي.

ماڙيچون موهر ۾، سُونهن تيون سگر ۾، هي ماڻي نير ۾، ڪر ڳالهہ ڪيهي.

ٻانهارين سان ٻولُون، تڏا ريت ريلون، ڪيَس امر اولُون، وس ڪان آهيان ويئي.

هِت راڄ راڻيون، رس ۾ رهاڻيون، هُتي مَٽ مانڌاڻيون، گهرا گام گيهي.

ڪٻڙ ڪٽ ڪيڙيون، مَڃُر مير ميڙيون، ڀَر ۾ ساڻ ڀيڙيون، ساٿيهہ ۾ سيئي.

ونا مِينهن موڪون، لتيون راه روڪون، پَڪيون پاڪ پوڪون،
سنگهارن جون سيئي.

ترين ٽاڪ ٽاٽا، پِٽن پاس پاٽا، اهي وڙ واڪاٽان،
پلَي جن جي پيئي.

چڙهان جن چڙهن تي، مران تن مڙهن تي، ڏيندم تڙ تڙن تي،
ادب سان اُهيئي.

سک سُليمان ستيان، ڪوٽن ۾ ڪيئن ڳنيان، ماڙين تي نہ مَتيان،
پنوهارن جي پيهي.

(2)

نياپن نوان وڏا حال هاٽي، ڪيَس قيد قابُو پچان ڪيئن پاٽهي.

رائي روح رَيلا، ٻهڪيا ٻُوهہَ ٻيلا، ڇيڪاريان تہ ڇيلا،
سويلا سُڃاٽي.

ڇانگن پاسي ڇيرون، ٻاٻاٽن جون ٻيرون، ڇُنڊيان پاند پيرُون،
ڇڳا ڇيڪ پاٽي.

تَڙن جون تنوارون، نئين سج نهارون، پنهوارن پڪارون،
عَجب سان اولاٽي.

اداسي آءُ آهيان، وچڙ لاءِ واجهايان، وطن لاءِ وسايان،
اوهيرا ئي آٽي.

انهن جي تہ آهيان، سانان بير ناهيان، لينگهو هڏ نہ لايان،
ڪئي آ ڪِل ڪاٽي.

مارو منجهہ ملير، ڪليو پيَن ڪير، هٽي هت همير،
ڪيا ڏور داٽي.

اهي چام چاريون، وري نا وِساريون، لڪين موهي ماريُون،
مارُو جي تہ ماٽي.

پيم ڪن ڪائي، ويڙهيچن جي وائي، اَصُل ڪان جا آئي،
اها تارَ تاٽي.

سُليمان ساريان، گهنگهر ڏينهن گهاريان، وجي ولَر واريان،
پري تن جي پاٽي.

(3)

ڏوراپن ڏهيو ڏکي ڏِيل ڏاري،
منهنجي واڳ والي، وطن شال وارَي.

بيوس آهيان باندي، مران مُونجهہ ماندي،
عِمر آهيان آندي، مهميزن سان ماري.

سنديون درد دانهون، ڪريان اوُر آهُون،
پڄان شال پانهُون، ساڳي سيل ساري.

تنهن جون مُرڪ ماڙيون، اسان وَيڙ واڙيون،
سَريون سونَ ساڙيون، پِيڙا پانهيُون پاري.

جتي سَيڻ سهيون، اندر روحَ رهيون،
پياريان سي پهيُون، اَدوهُيون اوتاري.

جن جي آهيان جهڙي، تن کي مِلان تهڙي،
اَمر ڪَيُس اهڙي، ڳُهي قيد ڪاري.

سُليمان سيئي، ڏسان شال ڏيهي،
واريءَ منجهه ويهي، هي گڏجي گذاري.

(4)

حرف نہ هڪڙو ڪو جيڏيون جتن تي،
موهي من ماري، ورِي ويا وطن تي.

انهن جي تہ آهيان، لَئون ڪيئن لجايان،
پِيهين پچايان، حاضر هٿن تي.

ٻُڏي ٻاڙَ ٻولي، ڪئي حال هولي،
ڳوٺن ۾ ڳولي، گولي گسَن تي.

ڪاهي ڪيچ ويندِيس، وري تان نہ وهنديس،
ڏوري ڏسنديس، لاڪيٽا لَڪن تي.

سُليمان سوايو پنهل پَيچ پايو
ڪري آڙ آيو خان خطن تي.

(5)

لنگھان لاکي جا اگلا اوڏَ آهيون، تورن تي تورا ڳُڻ تا سي ڳايو.

اوڏا آهيون اگلا، ڪامل ڪاهي ڪرلا، سائين ڪر سگلا، مينٿي مِير مدايون.

پرچي دل پرور، ساقي تون سرور، در تنهنجي دلبر، پلؤ تا پايون.

اسم اعَليٰ انساني، جسم جنگ جيلاني، صورت سان سبحاني، ازل ۾ آيُون.

تا دم دستگير، نوازين تون بينظير، ڏي تون فيض فقير، پلا پالَ پايون.

حاڪي تي حيدر، ولهيَن وارث وَر، راحت روح رهبر، وِصل وار وايون.

سُليمان تون سَڏين، چِيَن ڪِين چڏين، ڏڏن کي تون ڏين، جنت سڏي جايون.

(6)

اڇي پيپا اوچتا ڏکيءَ کي تہ ڏاوڻ،
گهنگهر ڏينهن گهاري سِيارا ۽ ساوڻ.

ترسيو تڙن تي واري تي وارا، ڦُلن جا ڦَرن کي ڏي چولي ۾ چارا،
اهي سُور سارا، ڳهيلي کي ڳاوڻ.

تريل طعام طرحين سي پختا پچن تا، ڪجهو خاص خُومچا اوڏا اچن تا،
نہ روحَ کي رچن تا، خوشيءَ ڪاڄ ڪاوڻ.

چَڪي چانڻر چور مان لقب ڪيئن لائيان لوئي سا لڱن تان نتي لالَ لاهيان
نہ پَٽ سُون پايان، لوئي سان لاوڻ.

ڏوتي ڏولائي عمر ڪِيا تو اهنجا، سي سانگي سليمان مِٽ آهن منهنجا،
طِفل کي تہ تنهنجا، نہ لائق لڪاوڻ.

(7)

ٽيان ڪيئن ٽاريلي، مان ماڙيُن ۾ ماهر،
سُڻ سوال سومرا، زباني ٽُون ظاهر.

اُتي جا ئي ايندا وٺي نال ويندا، ٽڪي جا سي ٽيندا،
ويڙهيچا سي واهُر.

پَٽ ڪين پائن، لوئي سي نہ لاهن، ڪاهُڙ جا ئي ڪائن،
نماٽي کي ناهر.

پکي منجهہ پيهي، ڪنديس ڳالهہ ڪيهي، سنيندم سيئي،
ٻانهياريون سي ٻاهر.

سُليمان سويرون، ولوڙين ويرون، چُنڊين پاندَ پيرون،
ٻڏي قول ڪانئر.

# ڪافي روپ ڪلنگڙو

(1)

عِشق دي راند رِهي رند ڪوئي، سئر حُسن سِر سمجهي ڪوئي.

راند عِشق دي رند هِن رهندي، قول ڪُلي ڪُل ڪامل ڪهندي،
مست ملڻ دي پَهه هن پهندي، نينهن نوازي نازُڪ ڪوئي.

راند عِشق دي ڳهن ڪِتانهين، جلي او جا ٻلي باهه جِتاهين،
آڳ اثر دا عَجب اُتاهين، وڃ وحدت دِي ڏيندي ڏوئي.

عِشق راند پڪي پيالي پِيندي، نينهن نشي وچ جُڳ جُڳ جِيندي،
بار برهه دي سيني سَهندي، ماٺن مطلب مُور مِڙوئي.

عِشق دا ڍارا ڍول ڍريندي، مُنڪر ملحد مار مَريندي،
ساهه پساهه سُليمان سَريندي، لاهه دليلان دل تون دَوئي.

(2)

عِشق دِي راند ڪيلي خود وه اِي، هر مظهر وچ حَق هِڪو ئي.

عِشق دي راند خفي نه ڪيلَن، مال مُحبت مستي ميلن،
باغ بَقائي بيحد پِيلن، اسم جسم دا جانب جو ئي.

عِشق راندين مُور مٽيندي، ظاهر باطن هڪ آٽيندي،
پاءِ ترازو توڙ تٽيندي، سوري سيج هي سنهنج سَيوئي.

راند عِشق وچ گوهر گهِڙ دَي ، سِر ڏي صادق سَچ تي سَڙ دي،
رِڻ ڪنون سي مور نہ مُڙدي، انت نہ جاٽي عام اِهو ئي.

راند سُليمان عِشق دي رهندي، قُربي ڪاهہ قريب تہ ڳُهندي،
لطف لائق لقب تہ لهندي، حال حقيقت جِنهان نُون هوئي.

(3)

عِشق دي بات عجاب ڳهون، ڪيا ڏوهہ تي ڪيا ثواب ڳهون

عِشق اندر آڙاهہ مچايا، سَڪر اُتي سِر باغ بنايا،
گوهر تي گلفام گڏايا، نَيهي نينهن نواب ڳهون.

عِشق اگڙ هل جِنهندي آوي، راز ڇُپا ڪي رَنگ رلاوي،
اپنا آڪي آپ ٻلاوي، سو بيحد بي حجاب ڳهون.

عِشق جَهين سِر بار سَهاوي، اودم ٻالهہ ٻُٽان دي ٻاوَي،
مُحبت موج ننهن سِر ماوَي، ايءَ رُوحي راڳ رَباب ڳهون.

وچ عِشق جسم جِنهن وڙدا، او دم بيخُوديِ دا پڙهدا،
ڇَهري چاڙهہ چِشم دَي چڙهدا، ڪَهہ طُور والا تَئو تاب ڳهون.

رک عِشق شهنشاهہ نينهن نظارا، سُليمان دی سِيني سارا،
ڪَول وِڪايُس پرت پسارا، ڪِها سوال جواب ڳهون.

(4)

مُحبت جِنسي ڪي مَن نهين، انبياءُ اسي ڪو ڪيا ڪهون.

دکهہ درد مين رُلتا نهين، نصيحت اسي ڪي ڪيا ڪهون،
روضَي رکهن بُوکهي مَرن، اندر اٽاسَي ڪُون ڪيا ڪهون.

عالم عمل ڪرتا نهين، پڙهنتا علم ڊرتا نهين،
دم توڪل ترتا نهين، عالمِ اُسي ڪو ڪِيا ڪهون.

بشر بالا بِيکهہ هي اعَليٰ نصب انيڪ هي،
سِڪ سوز ڪا نہ ايڪ هي، ساجد اسي ڪون ڪيا ڪهون.

جس ڪو دنيا ڪا دام هي، خالي خفا خود خام هی
صبح اس ڪو شام هي، ڪور اسي ڪُون ڪيا ڪهون

هر ڪسي اهو حال آوِٽان، مَن نان موجُون ماوِٽان،
سُليمان سُٽاوِٽان گُن گِيان، اُسي ڪُون ڪِيا ڪهون

(5)

رام رحمان نانءُ هِڪو ئي، مُحبت نال سڏيجي،
يار حد هُئڻ دا وَرک وڏا ورڻ وَحدت نال وڍيجي.

شان شريعت شوق شرع دا، قلبي قرب ڪريجي يار،
سِين سُنت فَن فرق فِقُردا، دم تي دم گڏيجي يار.

آتش عِشق دا مچ مجازي، ڦُوڪ انبوھ ٻليجي يار،
سالِڪ صاف صفا ٿي صوفي، لاءِ دي نال لڏيجي يار.

ذوق ذڪر ڪر فيض فقر دا. مُلحد من تہ مريجي يار،
سِڪ صبر دا نيهي نِجهرا. عارف ٿي اڏيجي يار.

سُليمان صحيح ڪر صورت، نہ خُودي خام ڏريجي يار،
نفس حوَس دا هستي حملا. تارڪ ٿي تڏيجي يار.

(6)

هَليا هر جاءِ هُو دا هُل، وِسر ڳَئي ٻي ٻولي ٻُل.

دم قدم هي دم وچ داخل، دم دا دَم وچ هي اسم اَصُل،
ورد وظيفي واجب وِسرئي، شرع شريعت ڪلمي ڪُل،
برھ بهادر بيخود ڪِيتا، تيغ حُسن دي آئي تُل،
سُليمان ڪُون سَئر سيني دا، احدئُون آيا عِشق امُل.

(7)

مون ڪان ڏار ٿيا چو ڏنار سَيي، ڦِري ڀانئر ويا پنوھار سَيي.

ٻَر تہ پنوھارن جي پاس اٿم، تانگھ طلب تَن ۾ تاس اٿم،
دل روح انهيءَ سان راس اٿم، آهن ويڙھيچن جا وهنوار سَيي.

ڏڻ تہ ڏنار جي ڏارين ٿا، سي وَهلا وطن تي وارين ٿا،
پُر جامَ ڀري تہ پيارين ٿا، ڏُٿ ڏونئرن جا ڏاتار سَيي.

پلنگ پوشاڪون پَٽ ڪين پايان لوئي لال اباڻي هٿ ڪيئن لاهيان
سِيل سنگهارن پُوري پچايان، ڏيندا ماڙيچا اي ميار سَيِي.

آهن ماروڙن جا مڪان جتي، آهي دم قدم دل جو ڏيان تِتي،
آ ساھ سوڌو سُليمان اُتي، سي صورت جا اي سردار سَيِي.

(8)

وُٺا ويڙهيچن جا ولهار سيِي، سک سانگي وسن شال سنگهار سَيِي.

هو تہ روز رائي ۾ راڄ رهن، تڏا ريت ٿيا لڳي مَوڪ مِينهَن،
مون کي قيد ڪڙيون ٿيون روز ڪُهن، هو تڙ تہ تليون ٿَس تار سَيِي.

هُو سرتيون سيِي مون کي سارِن ٿيون وري وس ٿي وطن نان وسارِن ٿيون
مُٺي ميارون مارُن جون مارن ٿيون، ڪيم ٻول ٻهُون اقرار سيِي.

اتم اعَليٰ علم اڪسير اٿن، وُنو ملڪ مُدامي ملير اٿن،
سک ساڳ، سِگر، کنڊ کِير اٿن، وسيع وحدت جا وينجهار سيِي.

سُليمان سنگهارن ساڻ ملي، پِيان کيرَ مٺا خوش ٿي کلي،
هي سِيل سندم پرم واري پلي، مِلن موهُر جا مهندار سيِي.

## ڪافي روپ پاڳيسري

(1)

نوان رنگ نينان لايا، حُسن هبڪار دا چِشم چَمڪار دا.

تاب حُسن ديان تکيان تجليان، ڳُهن ڪماون ڳُنديان ڪجليان،
مُفت مسافر مارَن رک. شوق شڪار دا، چشم چَمڪار دا...

بره حُسن دِي بيرنگ بازي، سمجهن ڪي ڪي گوهر غازي،
پيير پَتنگ پاون، ويک رُخ رخسار دا، چشم چَمڪار دا...

گهَٽ وچ گهُوران گهاون ديان ڪر ديدان مِنيان مشتاقان نُون عيدان وچ عيدا،
اُچت اڏي تي آون جهل تاب تلوار دا، چشم چَمڪار دا...

ناز نظر دي مُرچي مارن، سيفان سليمان اُلٽ الاوَن،
سِر پر صوفي سَهندي، خنجر خُمدار دا، چشم چَمڪار دا...

(2)

ڏنو خود خيال کولي دم جو دُڪان، ناهي سو اِي آهي ناهَي بيو گُمان.

آهي سو اِي آهي، ڏسو دل لائي، سُرت نِرت جو پڙ پوش پائي،
جا اک عاشق، سو ئي انسان.

بيڪ بشر جي بيرنگ بازي، نظر نهايت نينهن نيازي،
جو ئي رنج راحت، سو ئي رحمان.

جوئي چنگ چولي سوئي ٻول ٻولي، جو ئي راه رهبر سو ئي راه رولي،
جوئي مُلڪ مولي، سو ئي مهربان.

ذات صفت کي سَمجهه سُليمان، هر جا هاري جُملي جهان،
جا سپ صورت سو ئي سبحان

# ڪافي روپ راٺون

(1)

سِربَن موري گهر آيا، پڳ بِن پُل آيا رَي،
اندر هُو هُو باهر هُو هُو سَتگر الک سمايا رَي

مُک بِن مرغا پاني نہ پينا، خون جگر ڪا ڪَايا رَي،
گُرڪا گِيان گياني پايا، اُس پر سَنگ لڳايا رَي

ذات ذات ۾ ذاتي بڻيا، سَٽر صفاتي سايا رَي،
صلح صفت ۾ ثابت سَنگي، گگن منڊل ڏُن ڳايا ري

راول روپي رَنگ ۾ رَليا، اؤر نہ لوڪان لَکيا رَي،
سَنت پنٿ ۾ پريَم پڌرا، نان ڪسي ڪا ڄاڻيا رَي

اصل نسل ۾ ناٿ نرالا، جُون جِسمي پايا ري،
رَمز نهاني راز ڇُپا ڪي، رِندان رام ريجهايا رَي

طبلي تان تراني طرحين، بِرمان يوجن لايا ري،
سبڌ صحيح ڪر سُوريءَ ساڌو سُليمان رلايا رَي

(2)

هم تُمهين مين نهين تفاوت، تُم تہ هم مين رها،
وَنحن اقرب قول حق هَي، الهہ آدم هو رها.

لوڪ سارا مُنهن موڪ ديکها، چؤڏس طبق طوق ديکها،
جهنگل ٻيلا جهوڪ ديکها، ڪُل شيءِ فن فهم رها.

بر بحَر بحرين ديکها، مظهر ڪُل ڪونين ديکها،
دم قدم ڍِن رين ديکها، دل وصل صنم رها.

نفي ۽ اثباب ديکها، سِري سُر سخنات ديکها،
خفيا خفيا تات ديکها، دل ڈُروني دم رها.

عِشق عرب ايران ديکها، سارا فن فرقان ديکها،
سر بسر سليمان ديکها، خود تي خود ختم رها.

(3)

صُورت سهڻي سپ سينگاري، بَرسي بُوند بهاري،

ناز حُسن دي حد نہ ڪائي، جِيوين موسم بسنت لڳائي،
مَوهني مُورت ماه لڪائي، هي صنم دي سرداري،

واه مصور مورت ناهي، ڪر شهنشاهہ دي شاهي،
گُم اونداهي تئي سُهائي، ڪر مُحبت ميگهہ ملاري،

دلبر دولھہ ڏيدان لايان، ملي مبارڪ دل واڌايان،
چشم چُمر عوشاقان چايان، نينھن ڪِتي نرواري.

ھر جاءِ صحيح سلطان ويکھو ثابت سِر سليمان ويکھو
عِشق حُسن اعلان ويکھو آيا ازل انوَاري.

(4)

دل ديواني دلربا، دلدار تو سان ڪيئن اڙي،
وِصُل رھي ويراڳي، گھاري تي مشڪل گھڙي.

سچڻ سِري بازار ۾، گھمي سدا سينگار ۾، دم رھيو اعتبار ۾،
ناپائِئي لمح لِيو لڙي.

اول حُسن سان ويون ھٽي، ڪسي دل ويون منھنجي ڪٽي،
پينار ڪي ڪري پٽي، جنسار تنھنجي جند جَڙي.

آيون مثل شھباز جان، اورنگ عجب آواز جان،
نت نت نھوڙي ناز جان، چنبي ويس تنھنجي چڙھي.

دل خيال خم خم جي ڪَئي، سا وس تہ منھنجي ڪان وئي،
سليمان چوندو چا چئي، دل قيد ڪاڪُل ۾ ڪڙي.

(5)

جن ڪي مليو جند جان سان، تنھنجي آھي تن ڪي خبر.

بيرنگ بره بازار ۾، سالڪ ويا سينگار ۾،
ديدن واري دربار ۾، نانگا ڪري نيھي نظر

پياسي پسي پاتار ۾، آيا عشق جي اسرار ۾،
قائم قرب جي ڪار ۾، آباد ڪن ازل اثر.

نعرو هڻي نروار ٿيا، سي مُحمدي مُختيار ٿيا،
سر ڏيئي سردار ٿيا، برباد ڪن باقي بشر.

وحدت سندي واپار تي، پُرجهي پيرائتي پار تي،
اعتبار ڪن اخبار تي، ڪامل ٻڌي قابو ڪمر.

سُليمان سِر سُڃاڻ، تون پنهنجو آڃ پاڻ تون،
تحقيق توڪل تاڻ تون، سِڪ جو ڪڃ ثابت ثمر.

(6)

موج مُحبت ۾ مچي، اثبات ڪن عاشق اچي.

مُحبت سندي ميدان ۾، گهرا ٿيا گُر گيان ۾،
سالڪ ٿيا سبحان ۾، پروان ٿيا پِڙ ۾ پچي.

عاشق اَصُل افلاڪ جا، لائق لقب لولاڪ جا،
بهتر ٻري بيباڪ جا، ويا رويرو رنگ ۾ رچي.

صاحب سخن سلام جا، قائم ڪُلي ڪلام جا،
جوڳي پياسي جام جا، ويا نينهن جي ناتي نچي.

دائم دلاور دام جا، عارف اسم اسلام جا،
ڪوڏيا قتل قيام جا، سُڌ صاف ڪن ثابت سچي.

سا مامَ تا منظور ڪن، سيني جو صيقل سُور ڪن،
دل کي دنيا .کان دور ڪن، لُطف سان لوڏي لُچي.

سليمان تون سجاڻ سي، آلي اک اهجاڻ سي،
پنهنجو نہ پسن پاڻ سي، ويا سي بغاوت کان بچي.

(7)

دم ڪُون دم ڪر يار يار، دم قدم دي اُلٽي بازي.

دم قدم دا سمجھہ اشارا، انَان ان دا مار تون نعرا،
نينھن نسنگ نروار يار، رھ رضا تي رِند راضي.

مرد تي ميدان آوين، پير پتنگ جان پڙ وچ پاوين،
چا بره دا بار يار،اندر اپني گم تي غازي.

رک تون نوڪ نيشان نظر وچ، مُوتو قبلل شوق شهر وچ،
دل وِصل دا واپار يار، رکين طالب طلب تازي.

آپين اپني ويک تون مُورت، ڪر صحيح سليمان صُورت،
دائم ڪر ديدار يار، جاٽي معنيٰ قِبل الماضي.

(8)

علم عقل چُون عشق نہ جاٽي، بار بره دا اُلٽا آٽي.

عشق اويڙي آتش لائي، وِسر ڳئي سڀ يان ءِ يائي،
آيا خود خيال خُدائي، سوز سيئي ساه سيباٽي.

عشق ازل دي اُلتي بازي، کيلن کيڏ کيڏاري غازي ،
راوت رنڊ رضا تي راضي، وحدت والي ويس وڪاٽي.

عاشق اُلٽ اڏيءَ تي آندي، پير پڇون تي مُور نه پاندي،
جُتيان ڦٽيان سهمين سهندي، بالن بيائي ٽِل ٽڪاٽي.

عشق ديان ڏوجان آنديان جانديان، خون جگر دا خورش ته کاندِيان،
ميندي مشتاقان نون لانديان، مِل سليمان مرد سي ماٽي.

# ڪافي روپ بسنت

(1)

رانجهن رمز رَلائي ويہ سر بسر سِر صاف سراسَر.

ڪربلا وچ شوق دي شعَلي، ميندي مُور ملهائي ويہ
اهل نبي دي شير خدائي، تاج ڪلنگي پائي ويہ
پا پوشاڪ پرهيز پرور.

بُوند بره برسات المستي، بازي يار بنائي ويہ
حَسن حُسين عَلي دي پياري، ديني وأڳ ولائي ويہ
ڪربل ڳُوندر ڳنا ڪل ڪِشور.

ڪوڙي ڳلمي ڪوفي پڙهدي،ڪنهن ڳل ماہ ملائي ويہ
حَسن حُسين الله دي عاشق، عشق دي راند رچائي ويہ
ماٽن راز رضا دا رهبر.

پارس پرک ميدان دي مانجهي، وَٿندي وِير ڪهائي ويہ
سُليمان ڳُون ڪان قرب ديہ جذبي جوت جڳائي ويہ
موهن مرسل دي مُک مُنور.

(2)

عشق دا بار اُتايا هي، سمجهہ صحيح ڪر ظاهر ذاتي.

نال صورت دي صاحب سارا، ايءَ احوال الايا هي،
محلي مُورت والي منصف، رهبر روپ رَلايا وي،
اعَليٰ اظهر تئي اِثباتي.

بيرنگي بن بُرقعا پايُس، اپڻا آپ ڇُپايا هي،
وَنحن ويڙهي وارث وسدا، دم دم ديد دکهايا هي،
اسم جِسم ڪر ذات بذاتي.

هر مظهر وچ معنيٰ والا، عين الف تي آيا هي،
ارض و سما تي عربي احمد، پير پدّر سِر پايا هي،
افلاڪ اُتي لئون لاتي.

سِر سَروپا ڪلنگي قائم، هر جاءِ سچ سمجهايا هي،
سليمان سجڻ لا سيني، پاڪ پيغمبر لايا هي،
عشق پيغام خلاصا ڪاتي.

(3)

راول رنگ رلايا هي، پيچ پريمي پايُس پر وچ.

سِڪ سيني وچ صورت ساڳي، جذبي جوش جڳايا هي،
مهر مُحبت من تي مُعالم، مستي مچ مچايا هي،
ڪر اَصُل ارشاد اندر وچ.

مئين ابرو دي سوز سراسر، بِرهان باغ بنايا هي،
راز رباني رايا رنديِ ذات صفات سمايا هي،
نوڪ نظارا ناز نظر وچ.

عشق ازل دي اکيان لايان، چشمان چوٽڪ لايا هي،
رلمل ويڙهي وِصل وهالي، ونحن ورق ولايا هي،
مليا مولي گُلشن گهر وچ.

رانجهن رنگپُور دي وچ آڪي، سليمان سڏايا هي،
وه هبڪار حُسن دا هليا، وحدت جام چلايا هي،
لائيس ديرا هر مظهروچ.

(4)

نينهن بنا تہ نمازي وي، اکر ان دي وچ اٽڪ رهي هن.

اوٿ ازل دي اصل نہ جاڻن، وچ رِيا دي راضي وي،
عقل اولون ڪيتي اظهر، بحث نيتي لُٽ بازي وي،
پانئي بُخل دي پٽڪ رهي هن.

عقل علم دي گهات گهڙيندي، وچ رسم روازي وي،
ڏوه ثواب تہ تولن تَحدل، نہ سچ صُلح تي سازي وي،
لوبي ليکي لتڪ رهي هن.

تال طمع دي تسبيح والي، مُني مُلڪ مجازي وي،
عدل ازل تي پير نہ پاون، ڪُوڙ ڪثردي قاضي وي،
فاسق فن تي ڦٽڪ رهي هن.

سمجهہ سُليمان سالڪ ويکو ڪيا قبل ڪيا ماضي وي،
فڪر فهم دا فائض جاڻون آپ جنهين وچ راضي وي،
حال اِنهين تون هَتڪ رهي هن.

(5)

ٻڌ عشق اصل احرام وصل، وريام احد وچ عام آيا،
ڪِٿ صورت صاف، سلام مِلا ڪي مام، تي عين علام آيا.

ڪِٿ ڪان سبحان ڪِٿ مڪان و سابيئران آيا،
ڪِٿ مزگان تي مستان، سرِ ميدان نِظاري نام آيا.

ڪِٿ نار تي باغ بهار خليل خمار گل گلزار آيا،
ڪِٿ ظاهر وچ زبان، عجب اعلان، پڪا پيغام آيا.

ڪِٿ انوار اسم اِظهار متي بردار تي بي اختيار آيا،
ڪِٿ ڪربل ڪار اتي هسوار ٻڌ دستار گوهر گلفام آيا.

ڪِٿ دن رات مثائي ذات، بره برسات ۾ وچ صفات آيا،
ڪِٿ ساقي سِر سليمان، نظر نيشان عَلي تي امام آيا.

## بيت نصيحت نامُون

واري وجهہ وجود ۾، توبه جي ٿرار
قول قالو بليٰ جا عاشق مڃ اقرار
ذڪر زر ذاتيءَ جو، اسم ڪر اِظهار
سڄي رات سليمان چئي، ڏنگا ڏور مَ ڏار
پاڻ سڃاڻي پنهنجو دم دم ڪر ديدار
سو دلبر پاڻ ۾ ڏار، پري ناهي پساهہ کان.

پري ناهي پساه کان، جانب اندر جا،
سُرت جي سليمان چئي اندر اڏ اجها،
رڳون سڀ رباب ڪر، جُنبي جا بجا،
سو ئي راءِ ريجهاءِ، جو پرينءَ پارس اٿئي پاڻ ۾.

پارس اٿئي پاڻ سان، جاڳي سو جُهار
دم جي دوئي جا ساڻ مُحبت مار
لڪي ڳولج لوڪ کان، پڌرا پُڇ مَ پار
وسيون سڀ وسار، تہ سڄ ۾ ملئي سليمان چئي.

سُج ۾ ملي سيلمان چئي، ساجن صورت ساڻ،
قلب ڪعبو ڪتاب ڪري، آئت ڪِين اُلاڻ،
تحقيق ۾ تحليل جي، سُوڏي چڪ سِراڻ،
نقطا جي نفاق جا، من تان لاهہ مُورياڻ،
سچا سليمان چئي، ڏس اڪين ۾ اُهڃاڻ،
صُوفي ٿي سڃاڻ، تہ شڪ سان شامل نہ ٿئين.

شڪ سان شامل نہ ٿئين، تہ پنهنجو وڃاءِ پاڻ،
نياز جي نماز جو وجهہ ڏنگي ڪي ڏاڻ،
تہ ڪر خوديءَ نہ ڪري، موڳو ٿي مُنهن تاڻ،
ٻيجا ٻهاڻ ٻروچ چئي، ٿي هٽڪي حُڪم ساڻ،
ڏوتا لؤ ڏاڙا هٽي،ولر منجهان وٿاڻ،
عاشق ڏس اڪين سان، احمق جا اهڃاڻ،
سليمان سڃاڻ، جا لُچي آهي لوڪ ۾.

لُچي آهي لوڪ ۾، ڏُوتي ڏاري ڏن،
ڪوبلي جي ڪتيي ڪان، بولي هٽين ٻن،
هن ڪيئي مير منجهايا، موهي ماريا من،
اُو اچا ٿي عالم ۾، ڪدڙا ڪن ڪفن،
چڏي رب جي رِيڏا،ساڻ نن،
خنزير ڪي ڪير، ڪيو پسيو پاڻ پين،
سي هٿن ۾ ٿا هتڙا، حرامي هٿن،
جن ڪي اون الله جي، سي پيٽي چڏيو پچن،
ڪي هلن هينئين ساڻ ٿا، ڪي چپن ساڻ چون،
ڪني ميوا ماڻيا، ڪني پونجا پن،

اونهي ۾ ان سان، آڪو ڪري امن،
چوريو رکن چت ۾، هي فهم فقيرن،
سدا سرها سي هجن، جوش جياپو جن.
عاشق اُنهين اڪرين اوچي ڳاٺ اچن،
ڪنهن شوق شير جو ڪنهن ڪِيڙي پَر ڳنبن،
فائق جي فرمان جو امُر آديسين،
پورو ڪيو پرت سان، مئي پي مهيسين،
سوچي ڏنو سبحان ڪي، گهر ۾ گهاتوئن.
جيئري هن جهان مان لڏيو لاهُوتين،
قيمت قائم قلب جي، خون خزانو تن،
صاحب سان ثمن، سچي ڪن سليمان چئي.

## بيت توحيد

توحيد ڪي تن ۾، طالب ٿي تنوار،
ورد وظيفي واجب جا، وهم سڀ وسار،
سُوريءَ تي سليمان چئي، صوفي ٿي سوار،
مُوٺُو ٿي من مار، تہ عاشق ٿئين اڳ ۾.

عاشق ٿئين اڳ ۾، تہ وڌي وحدت واس،
ڏيئي جوش جان کي، من تان لاهج ماس،
اَصُل جي انصاف جي، رک اندر منجهہ اداس،
تنهن سوز ۾ سليمان چوي، رند رِچي ٿي راس،
تہ پتنگ ٿئين پاس، عِشق جي اسرار ۾.

توحيد جي تقوا جو دل ۾ درڪ،
ڏيئي ڪنجي قلب کي، واري ڏس ورق،
سِر ڏيڻ سوريءَ چڙهڻ، ايءَ مشتاق مَرڪ،
صورت ۾ سليمان چئي، غازي ٿي غرق،
ڇڏ ٻيا ڦير فرق، ته اَدهه ٿئين عِشق سان.

ادهه ٿئين عِشق سان، ته رکج سينو صاف،
چڙهه نظاري نينهن جي، لِڪي هڻ ۾ لاف،
تو ۾ مسجد مڙهيون، تو ۾ ايءَ ڪوه ڪاف،
ڪعبو جو قلب ۾، تنهن کي تکو ڪر طواف،
سِڪ سان سليمان چوي، ڏي جيءَ جسم کي جاف،
ته مُورهان ٿين معاف، هُو جي قول قيام جا.

# بيت ڪاريهل

ڪپُر جي ڪڙن جا، پُڇ تنين جا پر،
سِرن ۾ سوڙاٿين، ڏني تن ڪان ڏر،
مُور نه منهن چڙهن، شل ڪٽي نانگ نظر،
هاٿي انهيءَ هند تي، ڪِريو پوَن ڪيهر،
لَسي پيٽ لڪن گهٽو نه ڪن ڏنگيندي ڏمر،
تنين جي ور، پوي سو پُورو ٿئي.

ڪپر جي ڪڙن جا، ڪاريهر ڪارا،
وجهن ور وڙهڻ لا، ڏين ڏهاٽي ڏارا،
اوير آسڻ ان جا، النئي اوتارا،

تن سپن جا سليمان چئي، چُرن ۾ چارا،
تن جا ڦوڪارا، سُڪائين، صحت کي.

کپر جي کڙن جا، نانگ، مڻيارا نيل،
واسينگ پنهنجي ويڳ ۾، انئي پهر آليل،
ٻُجهن سي ٻول ۾ اَصُل جي اصيل،
تنين جا دليل، دٻائين ديئن کي.

نانگن سندي نِجهري، تون هلي وڃ هاڻ،
پير وجهن نہ پنڌّ ۾، پئي پسن ٿا پاڻ،
تن سپن کي سليمان چئي، تون سامي ٿي سڃاڻ،
تنين سان رهاڻ، ڪر تہ ڪاريهر ٿئين.

ڪر نہ ڪاريهر ٿئين، ساڳوڻو ئي سَپ،
اُلون جي عشق جا، سي جهالو ٿي جهپ،
ٿي واقف واسينگن جو ڪڙ نہ ساڻ ڪپ،
ڪئيف ڪڪوريل ڪپ، ذاتي رک زبان ۾.

## بيت

ڏوري ڏاريءَ جان، لنڊيءَ ٿي لنگهہ،
ڪري چاڳ چگهن سان، وجهہ واتوهڙن ونگ،
سين تي سليمان چئي تون ٽيڪي رکج ٽنگ،
سنديءَ ستين سنگ، ڪين رسنديئن ڪيچ کي.

ڪوڙي تي ڪانڌ سانُ سوڙهي تي سُمهيج،
لاهي لج لوڪ ۾، ونگي تي وِڪڻيج،
ڏاريءَ تي ڏسيج، مُشاهدو محبوب جو.

سُوَڙيون سَنئين واٽ، اُچي ڳاٽ اچن،
ثمر ۾ سَپرائيءَ جو، ڪريو ويس وسن،
سي پرين ڪيئن پسن، مُنهن مٺاهان جن جا.

## بيت نصيحت

چورن چوڏهين سن ۾ پايا وحدت جا ويس،
لُچائي جا لوڪ ۾ لڪائين لبيس،
سَچائي جو سليمان چئي، تن نه ڏيکيو ديس،
دلڪ ۾ درويش، پر قلب ڪُتن ڪرتيا.

قلب ڪُتن ڪرتيا، تنهن رُخ ڏيکاري روءِ،
پاڻهين ٿيا پڌرا، جيئن سجاڀي صُبوح،
سچائي جي سليمان چئي، جن جُنبي چڏي جوءِ،
سي هنجن ڳڏبا نه هوءِ، ڪُوئا جن ڪچن ۾.

ڪُوئا جن ڪچن ۾، تن ڪي ڪنب ڇڏيا ڪائي،
اڏامڻ جي اڳتي، وساريئون وائي،
ڪڍيئون هڪلي هڻڻ سان، سُوجهي سچائي،
نه پرت جُنبي پائي، تن ماٺڪ موتائي ڇڏيا.

ماٹڪ موٺائي، هَڏئُون وڃايئون حال،
ميڙي رکيئون من تي، مصيبت جو مال،
نہ سڃاتئون سليمان چئي، محبت جو مثال،
جاڳڻ رِي جمال، وِلهين سڀ وِڃائيو.

اڇو پاٹي اوڏڙو جَر ڏٺو سُون جال،
پُڳاسون پرت کي رکي اُڃ ۾ اپار،
مَنجهس پيلون پَگهن جون ۽ ڪَنگن جي قطار،
تنُ لُڙ لسِ ڪيو پولي سان پيهار،
تِڪ ڏيڻ سان تار، پُونئرا ٿيا پڌرا.

پُونئرا ٿيا پڌرا، تن آب وڃائي اَڃ،
ڪُميون منجهس ڪنيُون، لک مُئا ڪي مڇ،
سُرهڻ ڪي سليمان چئي هڪلي ڪڍيو هَڇ،
رحمت سندا رڇ، ملاح موٺائي هليا.

ملاح موٺائي هليا، تن پيڙا ڪيا پاهر،
وادين وهڻ چڏيو جن دپجي لڳا دَر،
ڪريا ڪپر ڪيترا ٿيا پُراٹا پر،
پَسو ٿنهن جي پيٺ بيٺا کِلن کر،
سَنائون سليمان چئي مٺائي جيمَر،
جڏهن سُڪا واهڻ ور، تڏهن اجارا اٿي ويا.

# بيت رام ڪلي

مُلن جا ماڻ ڪئي، سا پاڻءِ سَندي پِت،
جَنين چِڪيا چت، سي ڪاهوڙي ڪاٺ هڻن.

ڪاهوڙي ڪاٺ هڻن، سي ڦِريو ڦورو فَقير،
تنين تکيا تير، سڪ جي سِينگ ۾.

سڪ جيءَ سينگ ۾، نيڙو ڪن نيشان،
تنين سَندو ڪان، تير تفاوت نه ڪري.

تير تفاوت نه ڪري، جن هُئڙ ڪيو نه هيٺ،
بَابُو ٻڌي بيٺ، سُوجهي لنگهيا سچ مان.

سُوجهي لنگهيا سچ مان، تن روئي ڏنو رَند،
ڪاپڙيُن ڪنڌ، ڪعبي سامُهان ڪتايا.

ڪعبي سامهان ڪتايا، لاهي غير گُمان،
سيئي سليمان، احد کي اوڏا ٿيا.

احد کي اوڏا ٿيا، غازي وٺي گس،
خاص ٿيا خالص، وڃي وهم وِره سان.

وڃي وهم وره، ڪِيائون حقي حال،
موهيا تنهن مثال، جو اَبُڏيءَ ڪان اڳ ٿيو.

اَبُڏيءَ ڪان اڳ تيو ڪيائون نيڪ نظر،
ڪاهوڙي خبر، سخي هُتي جي هِت ڪن.

هُتي جي هِت ڪن، مَهيسي مَڪان،
هَئَي هَئَي ڪيو حلال ڪاتيءَ ري قلب کي.

ڪاتيءَ ري قلب کي، ڪُهي ڪن ڪَباب،
سيئي ثواب، شرڪ شُبهه تن جا.

شرڪ شُبهه تَن جا، جِيئي ڏِنگا ڏِيل،
سي ڦيرائي فيل، مارياءُون ماڳ تي.

مارياءُون ماڳ تي، نِيت سان نائَي،
لاهوتيءَ لاهي، ويا اُڻ تُڻ انهي ڳالهه جي.

اُڻ تُن انهيءَ ڳالهه جي، ودي تيا واندا،
حب ۾ هيڪاندا، هَريءَ تيا حالَ ۾.

هريءَ تيا حال ۾، اندر ڪولي انگ،
ويراڳين ونگ، واري ڏِنا وجود کي.

واري ڏين وجود کي، لڪائي لَغام،
مَهيسِين مُقام، جيئري ماٺيو جَڳ ۾.

جيئري ماٺين جڳ ۾، مُوتُو تي مري،
ويراڳين وري، لڳو واءُ وصال جو.

لڳو واءُ وصال جو سڪ منجھان را ساھہ
پسڻ لاءِ پساھہ انھن ڪيو اوڏھين.

انھن ڪيو اوڏھين، ڳجھو منجھان ڳُجھہ،
سناسِين سَچ، اندر منجھان اپُريو.

اندر منجھان اپُريو ٿيو ڏسڻ جو ڏينھن،
مُحبتي ميڻھن وسائي ويجھا ٿيا.

سنڪل ھٽي ساز کي، ڪياٿون نينھن نئون،
اعرابي آواز جي، لڪاياٿون لَئون،
رِندن واري راند جو پُرجھي لڌئون پَئون،
ڪري سِر سئون، آءُ چڏياٿون اڌ ۾.

آءُ چڏياٿون اڌ ۾، دون بہ تن جي مامَ،
جاڳائي جوش کي، ڪھيائون ڪلام،
دائم رکيئون دل تي، پھريوُن ئي پيغام،
ميم الف ان کي، ٿيو عين اِنعام،
رمز ۾ روپوش ٿيا، گودڙيا منجھہ گام،
اندر آديسين کي، رھيو آھي رام،
سي چِتا چُرن ڪين، ويٺي ايءَ وريام،
جنگ پيين تاجام، سُورھيہ انھيءَ سوز جو.

سوز شناخت جن جي، اوج بہ اوچڙ تن،
اکر ڏاران ھڪڙي، پنو پيو نہ پڙھن،

مُدامي مهراڻ ۾ غواصي گهڙن.
وحدت جي واديءَ مان، لنگهيو وير وڃن،
جت مَپ نہ ملاحن جو نڪوڪ پيرو پَن،
ات آديسين جي، لايو آر آکين،
ڪاهيو ڏس ڪن، پسڻ جو پاتار ۾.

پاتاران پُر ٿيا، سي ٻول ڪن ٻاهر،
اوتيائون عميق مان، بيخُودي جو بَحر،
احد عقيدو ان ڪي، مشاهدو مظهر،
شراب طهورا وٺ ڪلالي ڪوثر،
اتي آديسين ڪي، پيچ وڌو پَرورَ
پياسي پُر ٿيا هٿان شاه حيدر.
ڪئيفي ڪئيف ڪڪوريا، ساقي ٿين سروَر
ظاهر منجھ ازهر، منجهان ماڪي جهڙو.

منجهان ماڪيءَ جهڙو پيالو پيَن،
پير مٿاهون پيچرو، وٺيو رِند رمَن،
سنجهي سايو جن ڪي، سي وِڃين ڪين وهن،
آديسي آديس ڪي، انهي رمز رَسن،
رونق رُبٽي جهڙي، ڏوريو ڏيهہ ڏِسن،
سامي سليمان چئي سونهان سرت سَجهن،
ذاتي ذوق ذبح جو وجهہ ويراڳين،
مرٽا اڳي جي مُٺا، موت بہ ماريو ٿن،
جُڳا جُڳ جِين، حال حياتي تن جو.

حال حياتي تن جو، حياتي تن حال،
نر نظاري نينهن ۾ ڪيا پائِمال،
مُحبتي ميدان ڪيائون قُرب ڪمال،
اتي آديسين کي، وَسين سڀ وِصال،
جوڳي ۽ جمال، ٿيا هيڪاندا هنگلاج ۾.

هيڪاندا هنگلاج ۾ سي نانگا ٿيا نُور،
پڪ پدَمن اڳري، پي ڪيائون پُور،
لَڪيائون لوڪ ۾ فاقيرا افِطور،
ڪڏهن اڏين ڪين سي، دائرا دَستور،
سگها ساعت نہ هِڪڙي، چار ئي پهر چُور،
سک نہ سُتا ڪڏهين، سَدائين ۾ سور،
روح پنهنجي رام ڪان، ڌمر نہ ڪيائون دُور،
سک سليمان ڇڏي، مُحبتين منظور.
آدي ويل اَسُور، وڃائي واٽ ٿيا.

وڃائين وجود ۾، وهاڻي ويهي،
ڪثرت جا قلب جي، پلي ٿَن پيئي،
گُونا گُون گِيان ۾، پاڻ ويا پيهي،
تي نرالا نانهن ۾، ڪين ويا ڪيئي،
جِت سُهائي نہ سوجهرو جاءِ جذب جيهي،
ڳولي ڳهلا ڏسن، الک اُهيئي،
مُباح سيئي، پُورب ٿيندا پڌرا.

پُورب ٿيندا پڌرا، حُضوري حَسين،
وجهه ويراڳين جو، قرب رِي پيو ڪِين،
جُتي نه پائين جهان ۾، ظاهر مٿي زمين،
شاهوڪار شوق جا، مظهر ۾ مسڪين،
رِيڏا ڪين رسم سان، دم جِنين جو دين،
اَورانگهي عارف هليا، سليمان سِجين،
مَجلسي موجود ٿيا، عاشق منجهه عَيلين،
اتي آديسين ڪي، آگي ڪيو امين،
يا في جن يقين، سي ويا وحدت گڏجي.

ويا وحدت گڏجي، طلب رکي تازي،
پسڻ لائِق پرينءَ جي، بنائن بازي،
عاشق اهڙن ڪرن، رضا تي راضي،
ڪاهي ڪناري هليا، غور ڪري غازي،
اُڏامي ات ويا، جت قبل نا ماضي،
مُحڪم مجازي، هئا شائق اُن شڪار ۾.

شائق اُن شڪار ۾، ٿيا پاڙهيري پُر،
ڪاپڙين ڪانهي، ڏٺي ڙي ٻيءَ ڏُر،
مُندان محب مهبوب جي ملي حُسن هُر،
اتي آديسين ڪي ،گڏيو آهي گُر،
پروڙين پَر ۾، سي دريافت جا دُر،
طالب دنيا مخنث، نه پيڙو ڪڻن پُر،
ڪري ثابت سِر، ريجهايائون رام کي.

ريجھايائون رام کي، رات سڄي روئي،
ڪاپڙين ڪانھي ڪا، دل اندر دوئي،
پاڻي ڪڻن نہ پاڻ سين آديسي اوئي،
ڏڳن سان ڏوئي، سينا تن صاف ڪيا.

سينا جن صاف ڪيا، سامي سيئي سچ،
الله ڪارڻ لاھيا، تن ڳچين سندا ڳچ،
ٻاريائون ٻروچ چٽي، من پنھنجي تي مچ،
اڳيان آسڻ ان جي، آديسي تي اچ،
عاشق ان اکرن تي، پروانو تي پچ،
طالب تاب ان ڪان، باقي مُو رنہ بچ،
روح تنين جي رچ، جي سوداگر سُونھن جا.

سوداگر سونھن جا، سونھن ٻہ تنين وٽ،
آڇين عالم کي، پرتئُون پري پَٽ،
پيارين پُر ڪري، منجھان مُحبت مَٽ،
ويراڳي وجود تان، ڪھيو لاھين ڪٽ،
لاڳاپا سڀ لٽ، تہ سامي گڏينئي سُنگ ۾.

سامي گڏينئي سُنگ ۾، نانگا نھاري،
قول جي ڪريم جا، سي پھرين وَچ پاري،
ورق جي وِجود جا، ڏس وِصالي واري،
سُور سپرين جو ڏِسون ڏيکاري،
جوآڏيءَ اٿاري، سو سامين سانڍيو ساھ ۾.

سامين سانديو ساھہ ۾، اَصُل ڪان الله،
ڪڍيائون قلب مان، سندي بُغض بلاءَ،
سُوڌي سليمان چئي، سامين ھي صلاح،
فَڪُر وَجھہ الله، آديسين اثبات ڪيو.

آديسين اثبات ڪيو سو نرالو نينھن،
جيري جيءَ جھان ۾، ھُت چِت رکيائون چِيھن،
وسائن وحدت جا، متي مُحبت مينھن،
ات ڪاھي ھليا، جت رات نہ آھي ڏينھن،
شوق جنين جو شينھن، سي لاھوتي لال ٿيا.

لاھوتي لال ٿيا، توڙ جنين جي ٽڪ،
ڪونھي ڪاپڙين ڪي، منجھہ شريعت شڪ،
معرفت جي مامَ سان پيچي ڪيائون پڪ،
نور طريقت گڏ تي، لنگھي ويڙا لَڪ،
حقيقت ۾ حق، آھي اَن الحق اُن تي.

ان الحق اُن ڪي، عِشق اھو آھي،
ڪِليو ڪلَ تن جي، تو لاڏ منجھان لاھي،
ڪي ڪُھي ڪناري تي، ڪي ڦيريو ني ڦاھي،
ڪي ڪَترا ڪري قرب سان ڪي گھاٽي گھُمائي
انھيءَ ۾ آھي، ڪا اُونھي ڳالھہ عِشق جي.

اونھي ڳالھہ عِشق جي، اَصُل ڪان آئي،
سا رھي آ روح ۾، ٻي وري نہ وائي،

جاڳندي جام ٿي، سُتي پڻ سا ٿي،
ويراڱين وطن تي، وک بہ وڌائي.
پاڇي ڪڻن نہ پاڻ، سان پلئو ۾ پائي،
خوديءَ کي ڪائي، نانگا نسورا ٿيا.

نانگا نسورا ٿيا، اَصُل ڪان اٿموٽ،
عِشق جي آڙاھہ تي، ڇُمي چڙھيا چوٽ،
وحدت جي واديءَ مان، گهڙي لنگهيا گهوٽ،
ڄاپندي ڄاموٽ، آڳي ڪيو اُن کي.

آڳي ڪيو ان کي، جوڙي جلالي،
پريندي پُور ٿيا، مئي پي موالي،
سَدا ساھيئڙن تي، آ ويس وِصالي،
ساري عمر سليمان چئي، پرت تن پالي،
جن سَتيا سنڀالي، سي ويجھا ٿيا وَسيئن کي.

ويجھا ٿيا وسئين کي، قابُولي ڪاھي،
اندر آڳ عِشق جي، انھيءَ کي آھي،
پاڻ پڇائن پب ۾، تين جيئن تائي،
گهائُن سان گهائي، ڏِيل ڪيائون ڏُبرا.

ڏيل ڪيائون ڏُبرا، تَسيا ڏيئي ٿَن،
دوئي ڪان دور ٿي، هِڪو حال هلن،
لڪل حقيقت جي، سَرلا ٿيو سُڻن،
آسودا اوئسر ۾، وُٺي ڪين وَھسن،

ڏيو سُور صبر سان، پاٻُوهيان پِيَن،
ٿمر سچ سفر جو، ڪاهوڙي ڪٽن،
ڏس ڏورانهين ڏيهه تي، واڪيندا وڃن،
جاءِ نہ جبرائيل جي، اُت آسڻ آديسين،
ڪميز ڪاپڙين جا، وهاڻي وَڃن،
صحبت ۾ سليمان چئي، پِنيءَ سي پُٽڪن.
انئي پهر اتن، ڪا سُر پُر سُپيرين جي.

سُر پر سُپيرين جي، ڪوڏيا تا ئي ڪن،
سَڳا سيلهيون سڱيون، چڪيو تا نہ چنن،
ڏاران الک آديسي، پهر ڪين پِنن،
جهڄن ۾ جهُٽڪن، پنڌ پِريان جي پيچري.

پنڌ پريان جي پيچري، پُريندي پيا،
اندر آديسين کي، اچن جوش جِها،
ويسهه جي واديءَ ۾، واڪيندي ويا،
بارياڻون ٻروچ چوي، ڏونگر منجهه ڏيا،
لاهي لنگ لِيا، تيا آسودا اُڳهاڙ ۾.

اگهاڙ جي عالم ۾، پهري جن پوشاڪ،
ڪڏهن اڏين ڪينَ ڪي، آديسي اوطاق،
ڪڏهن وِهن ولهه ۾، فنا ڪيا فيراق،
وِرد ڪن وره جوهه مهيسي مُشتاق،
سَچي سليمان چئي سامين سُپت ساک،
بَرن ۾ بيباڪ، ڪنهن جي راز رهائيا.

ڪنهن جي راز رِهائيا، لاشڪ لا مقصود،
سڪ سان سليمان چئي سامين ڪيو سُجود،
لِلاه ڪارڻ لَتيا، ويچارن وجود،
جنهن پر ٿيا نابود، تنهن پر گڏيا بُود ڪي.

## رام ڪلي- سرائڪي

نَين نَينان تي آوَن زوري، جُون پلٽ ڪرن پرمار،
شهباز شتوني ڪر شِتابي، نينهن رکن نروار،
بحري باز بره دي بانڪي، طعامي تي تڪرار،
گهَتن وير وقوفي ورنهہ، جان جگر چوُن پار،
ڪالي نانگ وراڏي وسيهر، چاوَن ڪر قرار،
ڪاڏا اُنهان دا مُور نہ بچدا، چا مِلن حڪيم هزار،
سَمجهہ سليمان صحيح ڏنيا سي، اهڙي جوڙ جبار.

چشم چوري گهَتن ڏوري، مُحبت نال مَهار،
تَرڪش ڪان ڪمان چلاون، ڪُنڍي گهٽ ڪاپار،
اها عدالت اڳي تيسي، داتا ڍِي دربار،
اول حق تنها دي ترسن سليمان جنهان تي نينهن نينان دي نار.

دلبر دل ڪُون داغ ڍِتوئي، دانهن ڪنهن دسنور جِها،
خيال وِچون احوال ٿيو سي، وحدت دي واپار جِها،
تنهن تل وچون تل ظاهر ڪيتُئي، چشم دي چُمڪار جِها،
سو غير وچون هڪ سئر ڏنو سي، نُور نظر نروار جِها،
سليمان ڪُون سيني اندر عِشق ڍِتوئي اسرار جِها.

دلبر دل ڱون داغ ڏتوئي، چاڪ اندر ڏي چولڻ دا،
ڏوهہ گناهہ معالم تئون، تؤر ڪها حق تولڻ دا،
اپني ڳل اڙائين آپين، ڪم ڪِها هي ڳولڻ دا،
سُليمان ڪون سچ ڏتوئي، ٻانهن وَنو چا ٻولڻ دا.

دلبر دل ڱون داغ ڏتوئي، قرب وِچون ئي ڪيڏا،
تون هين مالڪ مُلڪ دا، خالق اؤر نهين تو جيڏا،
ڪيها وس ويچاري دا، جو ٻولي ٻن مئڏا،
ٻئين نہ مئڏي ڳالهہ اها، اي سارا حُڪم هي تيڏا،
سليمان ڱون سيني اندر عشق ڏتوئي چا ايڏا.

*

ذات وچون اثبات ڪِيتو سي، نفا نيڪ نظر دا،
قسم علي حيدر دا.
صورت ڏني ثواب ٿيا، سردار صحيح دلبر دا،
قسم علي حيدر دا.
عين مبارڪ احد اهو ئي، حامي حج اڪبر دا،
قسم علي حيدر دا.
نينهن نماز عشق عبادت، ٿيوم قوت قبر دا،
قسم علي حيدر دا.
سُليمان ڱون ٻردي مِليا حامي روز حشر دا،
قسم علي حيدر دا.

*

جوش جلالي قلب تي ڪڙيا، اَصُلي عِشق اشارا،
الف اَصُل اِثبات ٿيا هي، ٿيڪي عَجب امارا،

سليمان سِر حق ڏٺا هي، جر جا حال همارا.

ڪِل الاون ڪل ڏڪالن، ڪِل ڪِل ڪرن ڪيڏ،
رڪن دم دماغين والا، اندر ليڏ دي ليڏ،
جان قاضي پڙهن ڪتابان نُون، تيوين پانيڻ پڙهدي ويد،
بنان عشق آدمي سليمان، جيوين گڏهہ ٻٽارا گيڏ.

عشق والَي اهجاڻ ڏٺيا سي، ڦردي نين نماڻي،
دلڪ رڪن درويشان والا، در در پندي داڻي،
سِر ڏِتي ساجن ملي، نينهن ملي نہ ناڻي،
چلن چال چالاڪان دي سليمان او وحدت وچ وڪاڻي

دردمندن جي در تي، آيا حڪيم هزار،
ٻڪيون ڪٽي ٻاجهہ جون، حاذق آيا هوشيار،
ڦَڪيون ڪيائون ڦٽيون، ڪامي منجهان ڪار،
ڏسي ميڪون مُحبت جون، لُچي ويا لوهار،
هن پورهيت ڪي پسڻ جو آ اندر ۾ آڏار،
هڪ دلبر ٻيو ديدار اها سُتي ڏيو سليمان ڪي.

## بيت مارئي

سانيهه ڏاران سج ۾، اچي پهر پيوم،
وچڻ لاءِ واجهائيان، هينئون هُت تيوم،
سرتين ري سليمان چئي، سمهي سُک نہ ڪيوم،
مُنهن ۾ موت تيوم، جڳ ۾ جيئڻ جيڏيون.
جڳ ۾ جيئڻ جيڏيون، جيڻ تيم جنجار،
مون کي ويل نہ وسريا، پاڙيچا پنهوار،
پٽون جي پرم جون، ٻانهياريون ٻڪرار،
ڪيم جي اقرار، تن سچي تيان سليمان چئي.

تيان سچي سليمان چئي، قول تي ڪريان،
ست جا سُپت جي، تنهن ٿولي ڪين ٿران،
پائي پيرون پاند ۾، وڃي پسيءَ تي پران،
اڳ آءٌ مران، سور ڪان سليمان چئي

ڏسي سور سليمان چئي، سڳرمان سڏين،
جيڏري ٻر ٻانهن جو مٺي مٽان ڏين،
ويچاريءَ جو واري ۾، اچي لوڙهہ لڻين،
حاذق هٿ ڏرين، سام تي سليمان چئي.

سام تي سليمان چئي، اچا وجهن اوڇاڻ،

مون کي ويل نہ وسريا، واڙا ۽ وٿاڻ،
سوگ نہ ٿئي ساھہ کي، جيئن پچن ٿا پاڻ،
جا رائي ۾ رهاڻ، الله او ميڙيئين.

الله اُو ميڙئين، هتان نيئي هُت،
مُيسر جت ملير ۾ جيڏين جا جُت،
هت تي لکيو لوڙيان، ڪچا ڪيم ڪِرت،
عمر تو اولُون ڪئي، سُور وجائي سُرت،
ماڙين تي نہ منيان، پکن جي پرت،
روئڻ ۾ راحت، آ ساٿيھہ جي سليمان چئي.
ساٿيھہ جي سليمان چئي، ڪا والي واري واءِ،
پتيون سب پانئيان، جهنم جهڙي جاءِ،
وڳران جي وڇڙيون، ووه تنين سان واءِ،
سورن ۾ سليمان چئي، منهن پلئو ٿي پاءِ،
ڪلي نڪي ڪاءِ، پئي مونجهاري مارئي.

پئي مونجهاري .مارئي، جيڻ ٿيم جنجار،
مونکي ويل نہ وسريا پاڙيچا پنهوار،
هيئين ۾ حَل ٿيا، مارو مون مَهندار،
سَتي جوسليمان چئي رکي پرم پتار،
وارث جو وڏڪار، موليٰ مون کي ميڙيئين.

موليٰ مونکي ميڙيئين، الا پجي من آس،
پَهون هُت پهرايون، اندر جي اداس،
سَسَن تان سليمان چئي، ڪتا ڪن ٿيون خاص،

پنوهاريون پاس، سُٽ ڪن ٽيون سڪ جا.

سُٽ ڪن ٽيون سڪ جا، تن پِڙا ڪيئن پچان،
پانچا پورا نہ ٽين، پِيٽي پرنہ پچاڻان،
اُٽڻ وارا اڳتي، ڪهڙي ڳالهہ ڳچان،
هت سڪ ري سُچان، تاڪيا تنهوارون ٽين.

تاڪيا تن تنهوارون، ارٿ اُلاڻيا جن،
سمهيو سليمان چئي، ٽليو ٽڪ پچن،
اطلس جت اُچن، اُت اڳهاڙيون عالم ۾،
اڳهاڙيون عالم، جنين پانيو پاڻ،
نهارين نُقطا، علم جا اُهچاڻ،
پانئين سپ پُلائيون، هٿڻ اُچي هاڻ،
هٿ هٽي هارين سي، سندا مُحبت ماڻ،
ارڪان ابليس جا، سليمان سُچاڻ،
سندا ڏکن ڏاڻ، اُنهين وِجهہ اوچتا.

انهي وجهہ اوچتا، سي باري آهن بند،
جو ري وڏئي جيل ۾ قابو ساڻ ڪمند،
سَرندئين ڪنيئي سليمان هٽي سانگياٽي سَنڌ،
ڪيئن ڪٽندين ڪنڌ، ڪامل ڏينهن قيام جي.

ڪامل ڏينهن قيام جي، حاذق هٽندين هٿ،
هُت هوندين هيڪلو راءِ روئندين رت
ڪالهوٽي ڪپت، سامهين ڪندئي سليمان چئي.

سامهين ڪنڌئي سليمان چئي، ڪارو ٽيندئي ڪير،
پوندين وِيرو ماس ۾، منجهه مونجهاري مير،
توريندا ترتيب سان، عمل ات اڪثير،
سڪ ري سليمان چئي، ٽيا پچاهان پِير،
جي فقر ۾ فقير، لعلون تن لوڏيون.

لعلون تن لوڏيون، واقف جي وٽڪار،
ميگهه مُدامي وسي، مينهن ناهي ميار،
ولهيون وس وٽن تي، نٽريو ڪٽن ٽار،
ڪيئي گل گولاٽا، چوڏسين چوڏار،
پنوهاريون پويو وِجهن حقيقت جا هار،
سونهن تنهن سليمان چئي، هيم طلب ترار،
وارث جو وٽڪار، موليٰ مون کي ميڙيئين،

## بيت سَسُئي

مُدامي مدام، ساريو ويٺي سارِيان،
وسري ڪِين ور جو، ڪيم اَصُل انجام،
جهڙو ڏينهن قيام، تيئن جانڪ جدائي پانئيان.

جيئن جانڪ جدائيءَ ۾، تهڙو تاب نہ ڦُور،
پلٽي پَٽ پيري ويو، پرت وارو پُور،
موت جو مذڪُور، تيو مُيسر من تي.

تيو مُيسر من تي، خفيءَ مان خيال،
جاني جوش جڳائيو جانب جي جمال،
ڪا نہ هليءَ ڪي ڪال، ڪُهي تو قريب جو.

ڪُهي تو قريب جو، گڏجڻ جو غم،
سڪ جو سليمان چئي، من متي ماتم،
اکين ڪيو آگم، وسن تيون وِرهہ ۾.

وسائين وره ۾، سندو مُحبت مينهن،
هنيو دست دل ۾، شوق واري شينهن،

ڏسي نائڪ نينهن، سيي دوزخ دهليا.
دوزخ سپ دهليا، ڏسي بره باه،
حاوي ڪي هيٺون ڪيو سندي عشق آه،
جهنم چڏي جاءِ، ڏسي دَئي درد جي.

ڏسي دَئي درد جي، جلي جبل ذات،
ڏونگر ڏيهه ڏڪي ويا، وائي سُٺي وات،
اَصُل تي اثبات، پيشاني پرينءَ جي.

پيشاني پرينءَ جي، ڏُڪيءَ ڪي ڏيکار،
مريض دل من تي، عشق جو آزار،
گوليءَ جي گفتار هوند سُٺي سور پرائين.

سُٺي سور پرائيين، سندي درد دانهن،
ڏک ڏني ري نہ لهي، گوندر مُئي متان،
پڏندي ڏسي ٻانهن، والي ٿيندئي واهِروُ.

والي تي واهِرُو ڏسي پورهيت پنڌ،
اندر آه اڌ ڪيو ڪِران تي پر ڪنڌ،
هاڻي رس هن هنڌ، هاڙهي ڏٺي هوت مون.

هاڙهي ڏٺي هوت، مون ايءَ وائي اتم وات،
آريءَ تنهنجي عِشق جو اندر من اوقات،
وهي تو وجود ۾، تنهنجو قربي ڪات،
جا ڏوري تي ڏينهن رات، سا عاجز رک اوڏڙي.

عاجز ٿئي اوڏڙي، ڪري روح رهاڻ،
سڪ سنيهي نہ لهي، آ پرين پڇ تون پاڻ،
مُحبت پيري ماڻ، اچي ٻيهر ڏي ٻاجهہ جو.

ٻيڻون ڏي ٻاجهہ سان، ساجن سچاڻي،
جو سور دل سليمان چئي، سو ڄام تو ڄاڻي،
تو وارث واڪاڻي، مرندي مارڳ وچ ۾.

مرندي مارڳ وچ ۾، تو سڄن ڪي ساري،
هَو لکيو هي نُوح ۾، وڃان پريتئون پاري،
ناڳس نهاري، سام گڏ سليمان چئي.

## بيت نصيحت

(هي بيت فقير سليمان، جهندل فقير کي اسم ڪري چيا آهن.)

داد تنهنجي دل ۾، خصلت آ خاصي،
رِندن جي رهاڻ ئو وحدت سان واسي،
دل ڏيئي دوست کي ڪر خِلوت خلاصي،
پورو رهه پريںءَ سان، پر ۾ پياسي،
چيني جي چَمن کي، ڪم نه ڏي ڪاسِي،
جا پهرين پاليسي، سا ڪڍي ڇڏ قلب مان.

ڪڍي ڇڏ قلب مان، رسم جي رهاڻ،
وڃائي وجود کي، پوءِ پروڙج پاڻ،
نه لهي اک جيترو سک سلامن ساڻ،
ملڪ ۾ ميسر آهن، الک جا اهڃاڻ،
ياقي تي يقين سان، صوفي تي سڃاڻ،
مشاهدو محبوب جو مرد تي تون ماڻ،
سنديءَ قاضين ڪاڻ، ڪم نه ايندئي قرب ري

جا ڪم نه ايندئي قرب ري، سا وسار نه وائي،
آٽي اگهڻ ڏيندئي، وڻ به واڌائي،
جا خالق خلقي خلق تي، سا آئي ڪا آئي،
عينڪ چاڙهه اکين تي، آ اڳي اونداهي،
فائق پنهنجي فضل سان، ڪندو صاحب سهائي،

دم ري دنيا آ، ڇيئو ۽ ڇائي،
ڇتڪو ڇَئن ڏينهن جو جيئن لابارو لائي،
خوشي مان ڪائي، پيٺ مَ پرج پنهنجو.

پيٺ مَ پرج پنهنجو ڪر ڪٽن مان قُوت،
توڪل جي ترهي تي، سندرو ٻڌ ثابوت،
سڪ سان سليمان چئي، لنگهي وڃ لاهوت،
تہ هادي توهان هوت، منجهان ئي معالم ٿئي.

منجهان ئي معالم ٿئي، هو حقيقي حق،
ڪڍي ڇڏ قلب مان شرڪ، شبهہ ۽ شڪ،
وڃ نحس، نفس جو نت نهاري نڪ،
تقوي جي توحيد تي رکج پوري پڪ،
مشتاقن مرڪ، آهي عشق الله جو.
آهي عشق الله جو سو وساري نہ ويهہ،
وحدت جي واديءَ جو ڇپر ناهي ڇيهہ،
رهبر ساڻ ريهہ، تون قري ڏي فؤلات جو.

قري ڏي فؤلات جو چاندي چلائي،
ثابت صرافن سان، ڏي هنر هلائي،
سڪ جي سليمان چئي، وڃ قيمت ڪمائي،
محنت سان محبوب جي وڃ پلئو ۾ پائي،
ڪڻ ساهمي سچ جي، جا ڳس قلب لاهي،
عشق جي انصاف ۾، ناحق ڪو ناهي،
لهجي ليلاهي، پريءَ پنهنجو پاڻ ۾.

پرينءَ پنهنجي پاڻ ۾، تنهنجو تو ئي ساڻ،
ويسهه جو وجود ۾ وري اڏ وٿاڻ،
جت حقيقت حق جي، تارا اوڏي تاڻ،
اڪر او عجيب جو، سالڪ ٿي سڃاڻ،
سر ڏيئي سليمان چئي، مر مشاهدو ڪاڻ،
پري پاءِ مَ پاڻ، الڪ تو کي اوڏڙو.

الڪ . تو کي اوڏڙو، واحد ٿو وسي،
حقيقتً هن حال جي سا پاڻ ٿو پسي،
پارس پرين پڙ ۾ غاڙين سان گسي،
سڄڻ کي سليمان چئي، مٿي راه رسي،
جو ڏس ٿو ڏسي، سو ور نہ وسارج پنهنجو.

ور نہ وسارج پنهنجو جان هجين حياتي،
آهي عاشقن تي، مور نہ مَهماتي،
لُدني علم الله جو ڇپيو منجهه ڇاتي،
ظاهر ڪر زبان ۾، ذوق ذڪر ذاتي،
حاضر ڪڻ هٿ ۾، قرب جي ڪاتي،
ايندئي اثباتي، جا فائق لکي فرقان ۾.

## بيت هدايت

فائق لکي فرقان ۾، صاحب سچ صحيح،
پڙهي پَروڙج پاڻ ۾، وانچي ڏس وَهي،
تکي چاڙهہ طلب جي، تن اندر تئي،
ڳس جي قلب جا ويڻ لُڙ لهي،
وار ورق وصال جو نهارج نَهي،
اهي ٻول ٻئي، ادَهہ ڪر عشق سان.

ادَهہ ڪر عشق سان، ياقي تي يقين،
مهند مَن محبُوب جي، مِري تي مسڪين،
سَرهہ اِيندئي سوڙ ۾، آڳي جا امين،
سڪ سان سليمان چئي تي ڪِين ڪمائي ڪين،
دنيا ڪارڻ دين، جن وساريو سي وِسريا.

جن وساريو سي وسريا، هاديءَ جي هٿان،
وِير وري ويئي، مَجُوسين مٿان،
هلن ٿور هنج جي، ڪن ڪانگ جيئن ڳُٽان،
ڪٽن ٽُڪن پريو ٿان، وتن ڪسي ڪِلندا.
وتن ڪسي ڪلندا، هئي ٽَنين جي حال،
ميڙي رکن من تي، مصيبت جو مال،
وانجا پس وصال ڪان دُنيا جا دلال،
جيڏي حد حلال، اُت پير نہ وجهن پنهنجو.

پير نہ وجهن پنهنجو قرب سان قدم،
پاسي ڪن پرين ڪان، دنيا ڪرڻ دم،
اَصُل آديسين جو آسڻ آ عدم،
جو پِڙي نہ پدم، سو پارس ڪٽن پاڻ سان.

پارس ڪٽن پاڻ جو فائق فرمايو
امُر او الله جو آديسين آيو
عاشقن اسم کي، چُمي سرچايو
جن روح رباب ڪري، ويهي وڃايو
تن رب ريجهايو وحدت جي واٽ سان.

وحدت جي واٽ سان رِند ٿا رهن،
عاشق ان اوج ۾ قُلي قول ڪُهن،
الُون جي عشق جا سورنهن سِر سهن،
الا انسان سِري وَانا سِرهَ لقب اي لهن،
اهو پهُه پهَن جنهن سان پسن پرينءَ کي.

جنهن سان پسن پرينءَ کي، سا نِباهن نيت،
ڪڍن ٿا قلب مان، ڪُوڙي ڪُل ڪُپت،
سوڌي سليمان ڪن سيني صاف سُپت،
مُحبت جي ميدان ۾ هلي ڪن همت،
ڪُهن ٿا قريب کي، لائق ڏيئي لت،
جيئرو جس جهان ۾ تون وِيڙهيو وتين وٽ،
سپيرين جي سٽ، جي مرين جي تہ ماڻيئين.

مري جي ماڻيئين، موت جو مذڪور،
پري ڪر نہ پاڻ کان، دم جو دستور،
پيءُ پيالو عشق جو مرد ٿي مخمور،
سانڍ سليمان چئي سچائي جو سور،
هنر ساڻ حضور، ڪنهن کي ٿئي ڪو نہ ٿو.

ڪنهن کي ٿئي ڪين ٿو وحدت ري وصال،
مُحبت جي ميدان ۾ ڪر تون قرب ڪمال،
ڪر طريقت ٽڪيو رک معرفت مال،
شريعت جي شهر ۾، ڪر حقيقت حال،
شامل ڪر نہ شُبهہ سان، هُو جا حد هلال،
ويسهہ جي وصال ۾، وڏو قاضين قال،
جانب جو جمال، سڀ جا ڏس سليمان چئي.

سڀ جا ڏس سليمان چئي، ڪر نينهن نظر،
چڙهہ نظاري ناز جي، هٽي نارو نَر،
وحدت جي واٽ مان، وڃان ڪين ور،
هڪ درياءُ دنيا جو ٻي لباسي لهر،
ٻڌ توڪل ٹُرهو جهنڊل جي مَ ڪر،
مرين تہ اڄ مر، سُيانِ مرندو سڀ ڪو.
سُيان مرندو سڀ ڪو ڪري فاني فوت،
آهي نہ عاشقن تي، مور هن ڪائي موت،
جيرا سي جهان ۾، پسن جلوو جوت،
ڏسن ور وجود ۾، هينئين اندر هوت.
ڍڪي چارئي پوت، پوري ڪيائون پنهنجي.

پوري ڪن سي پنهنجي، نيَت ساڻ نماز،
اُهي ٻڌن ٻروچ چئي، عشق جو آواز،
قابو رکن قلب تي قرب جو ڪواز،
جنين دم دراز، تن ڀَر پڇين ٿو ڪهڙي.

ڀَر پُڇين ٿو ڪهڙي، سي آديسي آهين،
لِڪ لُطف جي نہ ڪاپڙي، لاهوتي لاهين،
نڪي اڏين نجهرا، نڪي سي ڊاهين،
جت پرک نہ پکيئين، پير اتي پائين،
سندا مُحبت مِينهڙا وينا وسائين،
سدائين صاحب جي امر ۾ آهين،
ڇُميو سي چائين، هُو جي بار بره جو.

## بيت نصيحت

هو جو بار بره جو چڱي يت چاهين،
آٽيو آڳ عشق جي، لڳن کي لائين،
پڇائن پرت سان، نہ اڌ ۾ اجهائين،
نفس جي نصيحت لا، سُوري سنباهين،
سوري سيج چڙهيو تا قرب ڪمائين،
اٿيو وقت اسُور جي ماتم مچائين،
ويهي وهائين، رات پنهنجي رب سان،

رات پنهنجي رب سان، جن وکر وهايو
سودو سچ سڪ جو پَلي تِن پايو
سچي عمر سليمان چئي، تن ڪوڙ نہ ڪمايو
احد امر الله جو تن عاشقن آيو
تن بولي بڌايو حَقي حُڪم حق جو.

حقي حُڪم حق جو داد دل سان لاءِ،
قُربي ڪمند قول جو پيوند لاءِ پاءِ،
ڏوري ڏس ڏيل ۾ سندي جانب جاءِ،
وَنحن اَقرَب ويجهڙو وٺ ڪا سُرت سماءِ،
هِتي هُتي هڪڙو جاني جاءِ بجاءِ،
پرينءَ کان پساهہ پري ڪر نہ پنهنجو.

## بيت هدايت

پري ڪر نہ پنهنجو ويجهو آ وهاب،
ڏيئي تڪ طهورا ڪي، شائق رهہ شراب،
پيءُ پيالو پِرت جو نشو نينهن نواب،
سمهڻ جي سائي ڪي، جوڙي ڏي جواب،
وڄائج وجود ۾، روحي راڳ رباب،
محبوب جي محلات ۾ ڪُسي ٿي ڪباب،
صورت ڏسڻ ثواب، اَصُل عاشقن جو.
اَصُل عاشقن جو آهي حال حليم،
ساراهن سبحان کي، چئي حمد حڪيم،
اوڏا ٿيا الف کي، مهند ڪري ميم،
ڪري شُبهہ سڪيم، مليا سي محبوب کي.

مليا سي محبوب کي، ٻيائي هٽي ٻن،
جو راه کان روڪ ڪري، ڏوڙ وجهن تنهن ڏن،
پنهنجن کان پاسو ڪري، ٿيهن کان ٿرن،
سَدائين سفر جي روضي ۾ رهن،
جي هجر ۾ هلن، سا راحت اٿن روح جي.

رحلت جي راحت لاءِ، سالڪ ٿا سڌڪن،
اڏي تن آساس ٿي، لنگهيو وير وسن،
صاحب سوري سامُهان، ڪنا نہ ڪڙڪن،

تنهن لاءِ ترسن، جتي عالم آسرو.

جتي عالم آسرو اتي ويراڳي وڃن،
پسيو پيچ پرت جا، پياسي پر پڇن،
ڏسيو تا ڏسن، ڏَس پريان جي ڏيهه ۾.

ڏس پريان جي ڏيهه جي، هلي ڪيائون هَٽ،
لڪائين لوڪ ۾، ساري وِيڙهي وٽ،
لهي نہ لک جيتري، ڪاهوڙين ڪپٽ،
سورن ساڻ سپٽ، ڪي سورهيہ ڪن سليمان چٽي.

سورهيہ ڪن سليمان چٽي، هي رندن جي ريت،
ڪڏهن ڪين ڪن سي، قرب ۾ ڪريت،
ڪي مارگ ڏسن مندر ۾، ڪي مُوڙها منجهہ سميت،
طالب پڙهيا پريت، روح رلائي رب سان.

## بيت نصيحت

روح پنهنجي رب سان، پر ۾ پوتائون،
قرب جي ڪلاب مان، ڏاڍگا ڏوتائون،
وحدت جي واديءَ مان، ويهي واسِيائون،
ويس جو وصال جو پسي پاتائون،
ادب سان آئون، هت چڙهي هليا.

هت چڙهي هليا، پُورب پري پير،
جيئري هن جهان ۾، ودي ويا سڀ وير،
سامين سليمان چئي، تو سيني اندر سَير،
گم ڪري غير، ويجها ٿيا وسِين ڪي.

ويجها ٿيا وسِين ڪي، قرب ڪمائي،
آسانگا اسباب جا، ويا لاهوتي لاهي،
جوش ڏنائون جيءَ ڪي، لوڪان لڪائي،
ويساهہ وسائي، ويجها ٿيا وِصل ڪي.

ويجها ٿيا وِصل ڪي، ڪن مُحبت مزوري،
ويٺا وساري ڪين سي، عادت اڏوري،
وحدت ويراڳين جي، سڪڻ ۾ سوري،
پرت ڪري پُوري، هليا هو هنگلاج ڏي
هليا سي هنگلاج ڏي، جوڳي مٿي جُوءِ،
اهي آديسين جي، سيباٽي صبوح،

سَدائين سليمان چئي خاصي سندن خوءِ،
عدم چڏي اڌ ۾ هليا متي هوءِ،
رمي روبروءِ، نانگا گڏيا ناٿ کي.

نانگا گڏيا ناٿ کي، لائق ٻڌي لنگ،
پيتائون پريت جو، ڪو جو دارُون دنگ،
مُحبت ۾ سليمان چئي، ثابت ڪن سي سنگ،
جنگن پاسي جنگ، وٺن واءُ وصال جو.

وٺن واءُ وصال جو ورچون ورهائي،
امُل جي الماس جا، ويا پرت سان پائي،
سانڍين سليمان چئي، لوڪان لڪائي،
انهن ۾ آهي، ڪا مَت قيمت جهڙي.

ڪا مَت قيمت جهڙي، سو وهائين ويءَ،
جيئري هن جهانَ ۾ جدا رکن جيءَ،
ڪاهي هليا اوڏهين، جت هوءَ نہ هيءَ،
سچ ۾ سيءَ، انهن چڏيو اورهين.

## بيت هدايت

انهن چڏيو اورهين، ٻرپئين پار پيا،
پهريَن پوشاڪ سا، لاهي لُنگ ليا،
نسورو نينهن جو نانگن وٺ نيا،
جت پسڻ ناهي پسڻ جو انهيءَ وه ويا،
جتي سگ نہ سِيا، اتي آسڻ ان جا.

آسڻ آديسين جا، اتي ئي آهين،
هرگز پنهنجي هٺ کي، هڪليو هٽائين،
خزانو خُوديءَ جو خوشيءَ سان کائين،
جي نظر ۾ ناهين، سي مليا محبوب کي.

سي مليا محبوب کي، جوڳي ڪري جوڙ
مَهيسي ميدان ۾، مُحبت ٻڌي موڙ
عِشق جي آڙاهہ ۾، کامي ٿيا ڪوڙ
تڪ تنين کي توڙ اوري ڪن نہ آسرو.

اوري ڪن نہ آسرو ويهي نہ ووڙين،
جاتائون جوڳ جون، جيءَ اندر جوڙين،
سگيون نيو سُيج ۾، ڪاهوڙي ڪوڙين،
چنيو نہ چوڙين، سائو سڳا سڪ جا.

سائو سڳا سڪ جا، ٻوليون ٻول ٻڌن،
آنڌائون عميق مان، ڏاڙو هٽي ڏن،
رکن ورق وجود ۾ پڙرو ڪن نہ پَن،
ڏهاٽي ڏسن، عينڪ پايو عشق جي.

عينڪ پائن عِشق جي، وئُن لُڙ لهي،
محبوب جي محلات کي، سُوجهو تن سهي،
عاشق ان اکر تي، وينو رند رهي،
ڏوري ڏيل ڏهي، ڪن نهايت نينهن جي.

ڪن نهايت نينهن جي، نہ وسارين وري،
ڪنيائون خوشيءَ مان، سندي پؤ پري،
اندر آديسين جا، پيا ڏيل ڏي،
سامين ساهہ سري، صحت منجهان سور جي.

صحت منجهان سور جي، سامين آيو سماءِ،
لحظي ۾ لنگهيا آديسي اونداهہ،
ڪونهي ڪاپڙين اجهو رَي الله،
ڏڙ سري ۽ ساهہ، ڪن حوالي حق جي.

## بيت نصيحت

ڪن حوالي حق جي، جيءُ، جسم ۽ جان،
مَهيسين ملهائيو محبت جو ميدان،
آيو نظر ان کي، صورت مان سبحان،
چوري رکن چت ۾، فائق جو فرمان،
فِقر ۽ فُرقان، هيئين تن هڪ ٿيو.

هيئين ۾ هڪ ٿيو احمد عَلي الله،
هٽن ڪٽن خفيءَ ۾، سوگهو رکن ساهہ،
سا سَچي نگاهہ، همہ کي هِڪ ڪيو.

## مُحمد فقير ڪنياڻ ۽ سليمان فقير
## وچ ۾ سوال جواب

مُحمد فقير: ڪپر پڇن تا ڪيترا، ڪن پڇن تا ڪي،
آهن سامي سهڻا سي، جي سِر سُڃاڻن سير جو.

سليمان فقير: ڪڪوريا ڪپر تي پير جني پاتار،
نانگا ناڪو نجهه تي نئين سڄي نروار،
نظر جن جو نانهن ۾ مٿي ڪين قرار،
سي سيني مان سليمان چئي پين مئي مُختيار،
حُسن جا هسوار آهن صوفي صاف سُڪي تي.

مُحمد فقير: نفي مان نانهن تي نڪري سري سبحان تي آيو.

سليمان فقير: نڪو نظر نفي ڏي نڪو روحي ڏي راز،
خفي وچ خيال جو ڇڏ اڏائي انحد ڪان اوري ٿيو خفا جو آواز،
سيي سليمان چئي نڪڙيا منجهان ناز،
سو سنباهج ساز جو ري تندُن تان هٽي.

# داستان مُومل راڻو

## (سوال – جواب)

مرد مير مُهراڻي جو، سوڍو آهي سُبحان،
مور ڪري ٿو مجلسون، جنهن وٽ صحبت جو سامان،
ڳنين قول ٻڌائين ٿي، بيحد بات بيان،
هڪلي هزارين هليا، مٿي ڪاڪ ڪمان،
هنيا ڳز مورن کي، وڃي ماڳ انهي مستان،
سي دانهن ڪري ڏهليا، اُنهين منجهه ايوان،
سي نظر آيا نار کي، ظاهر زور زيان،
ٻانهي ٻاهر ڏس وڃي، ڏري غور ڏيان.

تنهن تپش ڪئي تڪڙ مان، تاب ڪري ٽُولان،
ڏڪ هٽي ڇو ڏاريا، پڪين کي پهلوان،
مومل جي ماڙيءَ جي، ڳل رکين ٿو ڪان،
هت ڪوهه ڪتون حزيب گهٽا، ۽ هزارين حيوان،
ڪئين ڳُجر ڳهائيا صوبا ۽سلطان.

**چارئي اِن چوڻ تي، ڪلن ٿا اِي خان.**

ڪر ورائي قيهر نـ، آندو غير گمان،
ٻروچ چئي ٻانهي کي، ڏنائين نت نيشان،

مامَر ڏنس ڪا ميندري، جوڙي جوت جوان،
سا مُنهن ڏسي موٽي هلي، سمجهي سليمان،
ڪاٺي اک جو ڪان، تي ڪامڻ سَهي ڪا نہ ڪا.

### ٻانهي جو مومل کي چوڻ

ڪامڻ سهي ڪا نہ ڪا، گهاءِ اهو ئي گهور،
رَمز اها رندن جي چِت ڪري تي چُور،
اڏمي اندر جاڳيا، ان وره جا وَهلور،
دانهن ڪري ڏار اُتي، اچي منئي تي ملور،
سا مُنهن ڪريو مومل ڏي، تي مليو ڪري مذڪور،
هي سِپني جا سليمان چوي، ساري ڪيندئي سور،
اهي فيل فتُور، تو ڪان ور بہ ويندا وسري.

### ٻانهي کي مومل جو جواب

ور وساريندا ڪينڪي، آهي ڪاج انهن جو ڪِير،
ايرادي آهن آندا، تاٺي هت تقدير،
مُئا ڪي، موٽي ويا، هزارين هَمير،
گس هن گهٽي جا، نہ واقف ٿيا وِير،
ڏسي ڪلون ڪائي جون، ٿيندا دم دلگير،
ڪامل ڪاڪ هن ڪنڌيءَ تي ويندا نئين وهائي نير،
سي سوين سليمان چئي، هت قُرجي ٿيا فقير،
اهي بيک بَجير، تا تال بہ ڪن تو سان.

### ٻانهي جو مومل کي جواب

تال ۾ چئو تڪڙي، مومل جهل تون من،

سُونهن جا سوڍن جي، ٽي پيريو هٽي پن،
ڪتاريون ڪٽڪن ۾، ڳاڙها سندن ڳن،
سئڙا سالون سائيون، ڪلهن تي ٽا ڪن،
آڏا ور اڙانگا، مُولهيا موڙ مٿن،
مينا ڪاري مُنديون، ڏانڪو اٿن ڏن.
جڙيا جواهرن سان هيرا ساڻ هَنَن،
سفري سورج ڪان گهٽو تابش ترارين،
ثابت سليمان چئي، حُڪم حاڪمن،
هلي هيڪر جي ڏسين، تون اوڏا ساڻ اکين،
تہ سِينڌ سويرا سن، ٽيندئي ڪجل ڪڙا ڪاڪ جا.

## مُومل جو ٻانهي کي جواب

ڪڙا ٽيندا ڪين، آءُ پنهنجا ٽي پايان،
دلي دوست دل جو ،آءُ ناز اَصُل ناهيان،
قلم ڪاڪ ڪنڌيءَ تي، جو وٽي سو واهيان،
چاڙهيو طعام ترتيب جا ٽي سئين نئين سنباهيان،
موتي مهمانن جا، ٽي لُٽاڪا لاهيان،
سوين سليمان چوي، ٽي پاٻُوهيل پايان،
ٽي خان ڪپايان، مِنهه ڪريو هن ماڙيءَ ۾.

## مُومل کي ٻانهي جو جواب

تنهنجا مومل ٽا، ڄام سيي ڄاڻن،
دلير هو دڙڪن ڪان، مانجهي ڪين مُڙن،
ڪوه ڪتون حِزب سيئي، ٽا سالڪ سڄاڻن،

پرس تنين کي پڌرا، ڇُريو ڇُست چڙهن،
صلاحون سليمان ڇئي سيپي تنهنجون سٽن،
تا ڪليو خان ڪٽن، راٽيون پنهنجي راز سان.

## ٻانهي کي مومل جو جواب

جي راٽيون ڪٽن راز سان، سي ٻايون آهن ٻاهر،
آءُ وهان تي وَقوف سان، اڙانگي اندر،
هي ويس ڏسي آهن ورسيا، ننڍيا آهن نينگر،
ڪڏهن ايندا ڪين ڪي، منهنجو دائم لنگهي در،
هي سڏڙيا سليمان ڇئي، آهن نِڪڙيا مان نوڪر،
پڇي ويندا پوَ ڪان، ڇا ڪندا ڇوڪر،
ڪريو مِنهُ مَڪر، تي خان ڪپايان ڪوهہ ۾.

## ٻانهيءَ جو مومل کي چوڻ ۽ مومل جو حَق تسليم ڪرڻ

خان ڪپائين ڪوهہ ۾، پر لڳندئي نان ڪاري،
سوڍا سُرت سڦرا، شوقي شڪاري،
حاضر تن حُسن جي، ڳُئبر ڪتاري،
سيني سهندئين ڪين سا تابش تياري،
مردن مَهندان ملڪ ۾، زالون ڪن زاري،
تو ميڙي ڪنئي مٿي تي، ڪلڙ ۽ خواري،
ان عقل تان عالم تو کي، ڏيهہ چوندو ڏاري،
ان سبب سليمان ڇئي مامر مُني ماري،
ڪري دريافت دل جي، ڪيئين حق جي هموارِي،
سرس ڪري ساري، اڇي مومل ماٽي مينڌري.

## مومل ماڙي مينڌري

مومل ماڙي مينڌري، نسنگ ٿي نروار،
سوڍي جي سهاڳ سان، واسي سپ وٽڪار،
هنڌ، حويليون، حُجرا، چوڌسين چوڌار،
ڳس قيمت جا، چوٽي ڦُل چوڌار،
مُرڪي مومل پائيا، ڪلي ڪنٺهار،
ات سيني سليمان چئي، سر تين ڪيا سينگار،
مومل چيو مور کي، اڪر هي اِظهار،
جَي مير تنهنجا مجلسي، سي ڏاڙهيون مون ڏيکار،
متان محب ميار، ڪا دوست رکنئي دل ۾.

ٻڌي ٻول ٻروچ چئي، ڪا جا لڳس لاڻ،
ڪيچي پيچي ڪين، جنهن کي قرب جي هئي ڪاڻ،
سُڌيس ٿي سومري جي، ڪا رِندي روح رِهاڻ،
تہ متان ڪو مومل سان، موٽي ڪري ماڻ،
اها عدالت اندر ۾، وينو پَهي پاڻ،
هندو جي هُت هاڻ، ماڳنهن مَت مُنجهي وئي.

## هَمير کي مومل ڏانهن وني اچڻ

راڻو آيو راءُ ڏي، هلي حاضر هاڻ،
چيائين چاڳلي کي، چڏ تون وِير وِچاڻ،
لاه لتا لڳن تان، متان لڳي لاڻ،
ڪر ڪو ڪيپ ڪتيءَ جو ڀهر پهلواڻ،
ڪري لوڏ لکن جي، ساڙهو ڪڇ ساڻ،
چوڙ اچي ڇيهہ مان، منجهان وَچ وٿاڻ،

ڪري ڪن ٻگالهڙي، عاقل ٿيو اٽچاڻ،
ريلا ڪري رت وُڙهو هَٿن مان سو هاڻ،
مومل ماڳ اُنهيءَ تي، ڏنو اي اهڃاڻ،
تہ اهو باب نہ بادشاهن جو تو جام آيو ڪيئن ڄاڻ،
اهو اوڊ انهن جو جي ڏين گهيٽن کي گهاڻ،
سنگت ۾ سليمان چئي، تو ڪيڏي وڏي ڪاڻ،
آءُ پرٽايان ها پاڻ، سومل تنهن سومري کي.

راڻي جو جواب مومل کي

راڻي چيو مومل کي، ڇا ٻڌايان پيهار،
هٿان ويم ٻگالهڙي، وينو ڪريان ويچار،
دانهن دلير دل جو هئس عاقل عقل دار،
پاڙيچن پُڇا ٿي مون کان حرف هزار،
سئنڪل هئس سلُوڪ جو صحبت جو سينگار،
خان ڪٽيو ٿي آئيا، اولا ڪئين آچار،
وري ڪو نہ ويو ٿي، سپ نبيريَم نار،
ڪٿر هئس ڪؤنسل جو مڙني جو مهندار،
سُرت جو سليمان چئي، هو ڏيهن ۾ ڏهڪار،
مهل گسي مون کان وئي، جڏهن عِشق اچي ڪيو آر،
تڏهن دوست مون دلدار، ڪڙا ٿيا آهن ڪاڪ جا.

مومل جو راڻي کي چوڻ

ڪڙا ٿيا هن ڪاڪ مان، جڏهن اهڙا تو ارڪان،
گذري جا گڏ ڪريو تو بيحد ڪرين بيان،
حاضر نہ آيئي هٿ ۾ سوڍا سُرت سبحان،

ان عقل تان عالم تو سان، ڪندو جُٺ جهان،
سنگت جو سليمان چئي، تو مور نہ رکيو مانُ،
شائقن جو شان، تو مَرڪ وڃايو مينڌرا.

## راڻي جو مومل کي جواب

مَرڪ مون کان مومل، وڃڻو تان ويو،
اهو حرف حَقانون مون ڏي، تورائتو ٿيو
تڏهن مهڻا مُنهن تي، اوهين ڏسيو ٿيون ڏيو
هوش حُسن منهنجو نهوڙي نيو
ثابت سَهو سليمان چئي، پڌرو مون کان پيو
هي قضا ڪم ڪيو جو ڪک تہ سَنمر ڪاڪ تي

## مومل جو راڻي جواب

ڪک نہ سَنُئي ڪاڪ تي، پر مير ويئو هُئين ماڳ.
مردن هوندي محل کي، لڳي ڪا نہ لاڳ.
سوڀ جي سليمان چوي، تو والي ڏني واڳ.
هاڻي مت گنل جي مينڌرا، جهاڳ اٿئي سا جهاڳ.
جو ياتي پيڙو پاڳ، پيو ڪامِل ڪائي ڪو نہ ڪو.

## راڻي جو مومل کي جواب

ڪامل ڪائي ڪونہ ڪو، پر آيم ننگ مٿي نفرت.
مومل تنهنجي ماڙيءَ ۾، آهي الاهي عبرت.
پسڻ مان پيدا ٿئي، حال منجهان حيرت.
متان ڪو مون تي ڪري، شڪ رکي شهرت.
جڏهن گڏ ٿيم غيرت، تڏهن ويَم وِڃائون وسري

## همير سومري جو راڻي کي جواب

راڻ چيو راڻي کي، تون وڃ موڪلائي مير،
گڏ پيتا هُيئي گام ۾، ڪندون، مصريون، کير،
خاص پڇندا خبرون، واقف وير وزير،
سَي سڏائيندسُ سين کي، نيئي نينهن نظير،
پر ڪتر رکيو قلب ۾، حاضر ڪيو همير،
نہ جاڻان تقدير، اچا ڪهڙي ٿيندي ڪَن سان.

## راڻي جو واپس همير وٽ ڳوٺ اچڻ

سوڍو صحيح آئيو مُنهن اونداهي مير،
سوار بيٺا هئا سنبريا، منجهان چوهہ چڳير،
ٻڏڻ ۾ ٻروچ چئي، دم نہ ڪيائون دير،
هٿ هٿيارن سان هئا، جي درُس دلير،
تازي تائو تڪڙا، اُلٽيون ڏين الير،
اُچت سي اچي ويا، نہ ورنهہ ٿي ڪا وير،
ڏيئي پاڳوڙن پير، ڪٽي وڌائون ڪوهہَ ۾.

ڪٽي وڌائون ڪوهہ ۾، تو نهاري ناڪس،
هِيلو هَليو ڪو نہ ڪو ويچاري جو وس،
رهجي ويا راڻي جا، روح رهاڻيون رس،
مومل ڌاران من تي ڪاهي چڙهيا ڪَس،
لکي جي لوہ تان، نہ ميٽِي ڪنهن ڪان مس،
پيا سڪ جا سليمان چئي، هيئين هُل هنبس،
ايذائي عڪس، نہ ڪجن سالن سان مِيان سومرا.

## همير جو جواب راڻي کي

سالا جي سائو سي سوڍا ڪن سلام،
تو ڪالهُونڪر ڪمينا، ڪيڏا ڪيا ڪلام،
مُورهن تو مون تي رکي، موٺي ماڳ ملام،
هاڻي انَين پهر اَن جو ۾ جَر ڏيندوسانءِ جام،
تڏهن ڪڍندوسانءِ ٻاهر، جڏهن مون ڪان نہ پُهتي مام،
تنهين ويل طعام، تو پاڻهي گهُريس پِس جو.

پاڻان گهُريس پِس جو تنهن جي ڳل بہ رکي ڪير،
ڏجان نان نينگر کي، پاڻان پري پير،
ڪاوڙ مان قول ڪيم، تنهن ۾ دم نہ ٿئي دير،
کي ڏينهن قيد ۾ پئي، پهتي پس سوير،
پر امُر هو الله جو، جنهن ۾ فرق ناهي قير،
الهي تي اوير، جو پس نہ پهتي تنهن کي.

پس نہ پهتي تنهن کي، وٺي ٻانهن ڪيئين ٻاهر،
سوز تنهن جو ذوق ٿيو ظاهر،
اَصُل اميرن سان، نہ مير ٿئي ماهر،
سازن تي سليمان چوي، تو جڙي جَواهَر،
پاڻي سيء پائر، پر رُخ راڻي جي ناهہ ڪو.

## مومل جو حال راڻي سميت

هت رُخ راڻي جي ناهہ ڪو، هُت ننڊ ڪري نہ نار،
دم دم تنهن دوست ڏانهن، اٿس وجھڻ جا ويچار،
ترهو آنديئين ڪاهي، منجهان سو قطار،

آنڊائين اُٺ ڪي وجهي موتين جي مهار،
ساز وڏائينس سونَ جا ڪري ٺُرت تيار،
ڪرلايو ڪنواٺ ڪي، پڌرا ڏي ٿو پار،
مون ڪي مومل ميڙئين، جي هلي تون هيڪار،
چاريئين ڪونئر ڪاڪ جا، سندا ڏاڙُهن ڏار،
ٻاهران ٻور نہ آڻيان، ڄاڻي ڪائي ڄار،
ماڪين ۽ مصرين ڇا تو سان وڏا ڪندس وهنوار،
جيسين هوندُس جيئرو ۽ هوندَمر ڄام ڄمار.

ڳل لائي، ڳالهہ ڪري، سوڍو ٿيو سُوار،
واٺ وٺي وهي هليو، جنهن جو سُونهون ٿيو سَرِدارَ،
اڌ رات ڪان اڳي اچي، ڪُٺڪيو ڪاڪ ڪنار،
سگهي لٿي سليمان چوي، تنهن ميي تان ميار،
سُتي لوڪ سينگار ڪري ڪامل آيو ڪاڪ تي

ڪُٺڪن تي ڪامڻ ڪي، سُتي ٿي سارَ
ٻانهي ٻاهر وڃ، آهي هٿيڪو هسوار،
پيير پري پُڇ، تون پهرين پُورا پار.

سا دل جهلي دائي هلي، ڪوئل جان ڪنوار،
تنهن درسن ڏنو در تي، ظاهر زينت دار،
تنهن موٺي ڏني مبارڪ، ڪلي مان خُومار،
مُرڪي ڏنس مومل، هٿان لاهي هار،
هي پائي پوشيدو وڃي، ڏيهن ڪي ڏيڪار،
صدقي ساجن تان ڪريان، سؤ ٻيرا سينگار.

اُتي شَمر ٻريا، شغل ٿيا، ديدن ڪا ديدار،
چوڏاري چيلهه تي، جڙيل هئس جنسار،
چوڙ رکيا چيهه ڪري، حاذق سي هٿيار،
هن سلوڪ جو سليمان چوي، ڪي وِير ڪندا ويچار،
ٻني رات پُتار، اچي، ڪلي وينس ڪٽ تي.

ڪلي وينس ڪٽ تي، ڪانڌ جهلي ئي ڪر،
لڳا تي لڱن ڪي، پاسن جا ئي پَر،
لب لبن ڪي سامُهان، شاهيُون ڪن شهپر،
سُکن سنيها موڪليا، گوندر ويَڙا گهر،
لٿو ڏولائون ڏيهه تان، اولُون ٿيا اوسر،
اکين ڪي عيدون ٿيون، دلي ڪليا در،
دايون ٿيون دادليون، نوازيا نوڪر،
مِير آيو محلات ۾، نالي نامَور،
لحظي لهي آئي، پنجن تي پاڪُر،
شرف ۾ شامل هوِ هٿيڪو حيدر،
تنهن مان طهوري جو ساقي ٿيو سرور،
اُچلون ڪري عالم تي، ڪونيو ڏي ڪوُنر،
صحبت جو سليمان چئي، دام وڏو دلبر،
برسا برو بر، نوَ ئي ڪندَ نظر سان.

نوَ ئي ڪند نظر سان، برسي ٿيا برحال،
مڙني ڪان مَهند هئي سوڍي جي سنيال،
هادي ڏنس هٿ ۾، رهبري رومال،

منسوخ ٿيا مومل جا، سيئي خام خيال،
ڪري حد حلال، ڪاڪ رڱي تنهن ڪاپڙي،

ڪاڪ رڱي تنهن ڪاپڙي، جنگ وڌي سان جوڙ
مِير گهمي محلات ۾، ٻڌي مُولهي مٿان موڙ
سين جي سُليمان چئي، سوڍي لاٿي سوڙ
ٿَڪ تنهين ڪي توڙ هُئي مومل جي مجاز جي.

عاشق ان طرح تي، هُو البيلو ايندو
ميَي ڪي مجاز سان، هو ناتر وٽ نيندو
ڏهاڻي ڏاگهي چڙهي، هو وِصل ڪري ويندو
پيو ان طرح ٿيندو . هو ميلو تنهنجو محبوب سان

مومل جي مجاز ۾، هلي آيو هاڻ،
معلوم ٿيو ميندري، اڳي جا اهڃاڻ،
حزيب ڏنئين ڪٽ تي، اچي اڪين ساڻ،
مام رکي مُڙي ويو، پنهنجو پلي پاڻ،
تپائي تازي ڪي، ڏنئين تنگ تاڻ،
سؤ ڪوهه جو سليمان چوي، هو ميي ڪي ماڻ،
ڇڏي رس رهاڻ، ڍوليو ڏريو ڍٽ ڪي.

ڍوليو ڍريو ڍٽ ڪي، جهڻي جُونجهاري،
هنيائين ڪام ڪرهي ڪي، ڏاڙهون جي ڏاري،
مومل اٿي محل مان، صبح سواري،
تنهن آهڙ ڏني اڳ ۾، ڪري ترت تياري،

پيير ڏنا پٽ تي، نمي تنهن ناري،
سا سامُهين ٿي سومل کي، ٿي وسائي واري،
اج قيام ڪري ڪاري، راٺو رات رُسي ويو.

راٺو رات رُسي ويو، سوڍو سهي سور،
عاشق کي اندر ۾، آيا اڳ انبور،
هلي ويو هُوڪاري، زورا زور ضرور،
جي مومل جا مذڪور، سي ميڙي رکيائين مَن تي.

ميڙي رکيا من تي، سوڍي سڀ ساري،
اٿيو اتر پار ڏي، نـ نڪريو نهاري،
آڏو پاند اکين تي، ڍوليو ٿو ڍاري،
ڪورائي چوي ڪاڪ جا، ٿو ورق وساري،
ڪريو ٿو پاري، ڪامل قول پنهنجا.

## مومل جو سُومل کي راٺي ڏانهن موڪلڻ ۽ چوڻ

مومل ماندي محل ۾، سا پِري نـ ڪنهن پت،
سهجان وچ سگهي تون، سوڍيون وٺي سَت،
عرض گذارج اڳتان، حاضر بڌي هٿ،
هلي ڪا نـ حاڪم سان، هيڻن جي هُجت،
لڄ اسان جي لوڪ ۾، اچي پرين ڍڪ تون پت،
سومل ستي سيج تي، مُوڙهي جنهن جي مت،
مومل لاهي ميندرا، آهي نڪ منجهان سا نٿ،
هاٺي لائق ڏيئي لت، پئوٽيون ڍڪج پاڻ تنهن.

**...شحان کي راڻي جو جواب**

سُرت ڪر سهجان، تون ڇُڪينءَ سپ چئي،
قلم جو قضا جو، واقف ويو وهي،
تنهن وڏو ڪَرت قلب تي، ڪئي رُڪ رئي،
ڪامڻ اوهان جي ڪاڪ تان، اسان دل ڪنئي،
مُور نہ پرچي مينڌرو، توڙي نڪت پون نئي،
هاڻي راڻي سان رهي، پَلين مومل ڪري مَجلسون.

**...سهحان جو جواب**

مومل کي مجلسون، آهن تو ريءَ حق حرام،
مَسڻ پانيان تي مينڌرا، مڙئي ماڳ مَقام،
دوزخ جهڙي دل کي، ساري ڪاڪ قيام،
اچين تان عيدون تين، وري تون وريام،
بيٺيون راجا نند جون، آهن گولين جون غلام،
سيئي سليمان چوي تو کي سوڍيون ڪن سلام،
اٿئي وچان راڻا رام، جي وِيرَ وِسهين وَلها.

**...ٽي جو چوڻ**

سُنهن نہ ڪرڻ سَهجان، جا وِسهڻ ڪان ويئي،
ڪيئي پيرا ڪاڪ تي، آئون آيس رات رهي،
مَحرم محلي جو هئس، سوڍو آءُ سهي،
سُتي سيتا راءُ سان، ڏِيئي ڏيل ڏهي،
ڪريان ها راند رُڪ جي، پر وِيُس سور سهي،
جو خواري ڪم نہ خانن جو وانچڻ ناهي وهي،
سومل منهنجي من تي، چاڙهي تُرت تئي،

مون کي معلوم ٿيا، سي مَڪر مڙيئي،
جنهن لاڏ ڪيا ٿي لڪڻ سان، مٿان لوڏ لهي،
سا سُچاپو سليمان چوي، هئي لام لئي،
جنهن ڪليو ٿي ڪنئي، سا ڪام ڏني مانس ڪڇ ۾.

## سَهجان جو چوڻ

ڪام ڏني تو ڪڇ ۾، سا مثل پانيون مُصحاف،
ڪيئي آيا ڪاڪ تي ڪوهہ ڪري ات ڪاف،
مرڻ ڪان موتي ويا، لِڪي هٽي لاف،
تنهنجي وکن جا وڏ هئا، اَصُل ڪان انصاف،
پر ڏڪن سان ڏوئي، تون سينو ڪرين ها صاف،
تہ ميندرا اِي معاف، تو کي مٿو هو مومل جو.

## راڻي جو چوڻ

معافي انهيءَ ڳالهہ جي، ڏِيَن نڪا وٽن،
ٿوري گهٽي ڳالهہ تان، راجا ڪين رُسن،
دائم دريافت دل جي، ڪوڏيا ٿائي ڪن،
هتڪيا اهڙي حال ڪان سي ويڄڻ لاءِ وڃن،
تکو تير طَلب جو جيري لڳو جَن،
سو لوڏيو لوهہ نہ نڪري، جو ڪُتو ساڻ ڪنين،
اڪري انبورن سان، تہ ورچي ويج وڃن،
وڏا ئي وس ڪيا سُوڏا سراٽين،
پر سَئنڪل سَچو نہ ٿئي، حاضر تن هٿن،
لهي نہ لک جيترو جو مورچو پيو ئي من،
سي ڪيئن مرد ملن، سوالن تي سليمان چئي.

### سَهجان جو چوڻ

سوال تہ سليمان چئي، مانجهي ٿا بہ مجين،
اڳلائيُون عالم ۾، عيب نہ اگهاڙين،
پڙين پاند پنهنجي سان، ڍولڻ ٿا ڍڪين،
مردن سامُهان مرد سي، سينا ٿا ساهين،
ناريون اڳيان نرن جي، اچيو بَديون بخشائين،
تڏي آيل تڪڙيون، نہ ميڙيون موٽائين،
سالون تن ڪي سر تي، ٿا عاقل اوڍائين،
هڪليو پنهنجي هٿ ڪي، ٿا هرگز هٽائين،
سي صوفي سليمان چئي، ٿا سُورهيہ سڏائين،
سي منهن نہ مٽائين، هادي پنهنجي حق ڪان.

### راڻي جو جواب

هادي پنهنجي حق ڪان، جي حاضُر پائن حق،
هيءَ لائي لقب لوڪ ۾، لنگهي ويئي لڪ،
ڪٽڪ جي ڪُتي ڪي، نہ نوڙيُون رهي تڪ،
سو ڍريو ئي ڍوند ۾، ڇُريو هٽي ڇڪ،
ٻڪري ڪي ٻروچ چئي، آ مون تهڙو اڪ،
سامُنهن ڪٽي ڪيئن مٽي، جي نار هُجيس نڪ،
آءُ پوري ڪري پڪ، وڌي واڙ وري وِيُس.

### سَهجان جو چوڻ

واڙ وڌڻ جي وَلها، تون وائي ڪينَ وار،
پاڳ ٻَڌي مون پنهنجي جا اڪين جو آڌار،
سُومل سُتي سيج تي، گويا لاءِ گفتار،

آئي ننڊ نياڳ جي، اوڙڪ انڌوڪار،
تون موٽي وئين مينڌرا، رکي محب ميار،
تل نہ آہ توڏي، آهن اسان تي حرف هزار،
ڪا گهڙي ڪاڪ تي، اچي غم ڪائي گذار،
اچي ٽِڪي تار، مون تان بار بَدِين جا.

## راڻي جو جواب

تو ۾ بار بَديُن جا، پلين هميشه هجن،
نازڪ نياپا نينهن جا، نہ ماڻهن هٿ مُنججن،
ڪيل ڪم قلب جا، تا سڀ ڪنهن کي سُجهن،
حدون جي حق جون، تا سالڪ سي سمجهن،
هَئي اهڙي حال سان، چو ڏوراپا ڏجن،
جي مِنتن تي منجهن، سي نر بہ نارين جهڙا.

## سَهجان جو چوڻ

نَر ناريون نہ ٿيَن، تون سُرت اها ئي سار،
ڪيئي آيا ڪاڪ تي، مانجهي مٽيادار،
سوين اِي سِڪي ويا، درست لاءِ ديدار،
پر انگ ازل لکيو هو، قلم ڪو ڪلتار،
تڏهن رنگي رئو رُخ تان، لاهڻ ٿيو لاچار،
تون ڏي حقيقت حال جي، ۽ نر ڪر نروار،
جان آڳرو اميرن جو، جان چاڪر چَئي دار،
ڪي بانڪو بجيرن ۾، آهين مڙني جو مهندار،
يا رڊون چارين راج جون، يا کِليو وڪٽي ڪار،
جو سنگت جي سليمان چئي، تو ماري ڪا نہ ميار،
هاٿي چڏ ڪنارِي ڪار، وجي ڪر ڪونئر لاهڻ جي ڪاهُڙ ۾.

## راڻي جو جواب

ڪئونر لاهيان ڪيئن ڪاهُڙ ۾، بي ڪريان ڪا نہ ڪار
وير وهان تو وچ ۾، صوبن جو سَرِدارَ
مون سان راجا ڪن رهاڻيون، چوڏسين چوڌار
تن سان مُرڪي ڪريان مجلسون، ڪلي خوش ڪيڪار
سالڪ پچن صلاحون، هلي اچي هيڪار
راءِ منهنجي رمز ڪان، ڏڪن تا ڏاتار
مُنيون پريو ماڻڪ ڏيان، هيرا لک هزار
سوين اِي سڏيو تو پهرايان پِينار
قائم منهنجي قلب تي داتا جي دربار
پيو فائق فقيرن سان تو گڏ ڪريان گُفتار
نيڪ منهنجي نظر مان اسم ٿئي اِظهار
پر قسمت سان ڪاڪ تي، لڙي آيس لاچار
ڪامڻ ڪيا تو ڪوڙ مان، جُوا جا جِنسار
سوڍي تي ڍري ڪين هُما تي هموار
پر آٿي لاتي اوچتي، لکي لئون لغار
تڏهن مون معلوم ٿيو تنهنجو نسب اي نروار
نار توکي ناٿي لاءِ، چڏيائين چُلنگار
مون پُڇ تہ پيءُ جا پڌرا ڏيانءِ پار
جو چَج، ڀُهاري، چار هُئي رِيت بہ راجا نند جي.

## سَهجان مومل جو نياپو ٿي ڏئي

رِيت تہ راجا نند جي، هئي ملڪن ۾ مشهور
پر تو چيو مون چُمي ڪنيو، مڙئي ڪيو منظور
دوزخ جهڙو دل ڪي، آهي سوڍا تنهنجو سُور

تو مرڻ کان مَهند اچي، ڪيو قيام ڪلور،
الله لڳ اسان تان، ڪامل لاه قصور،
جيئري ماڻيان جڳ ۾، تنهنجو حق حضور،
اکين کي اوڏو ٿئي، شل نرمل تنهنجو نُور،
منهنجو زور ضرور، ڪو اٿئي مير مِنت جو.

## راڻي جو جواب سَهجان کي

منت نہ ڪر مومل! تون پاڻ ويهہ پَلي،
ڪاهي آيس ڪاڪ ۾، ڪُڏي منجهہ ڪلي،
جا تو ڪئي تو کي ڦبي، اهو تو سان حال هلي،
مُور نہ پرچي مينڌرو ڪِنهين باب بلي،
نِيازن تي نياڳي ٿو بيٺو جيءَ جلي،
پيو جو سور سليمان چئي، سو سُورهيہ ڪو نہ سلي،
سو ڪيئن مرد ملي، آهي داغ جنهن جي دل تي.

## سَهجان جو چوڻ

داغ تنهنجي دل تي، سو لائق ڪڍي لاه،
ڪانهي ڪا ڪانڌ رِي ٻي وار اسان جي واه،
تہ ڍِري ايندس ڏَت تي، ڪُڏي ڪري ڪاه،
سُنهن تي سليمان چئي، ويهي وٺ ويساه،
ڪڌهن ٻري ڪا نہ ڪا، بحر مٿي باه،
راڻا تنهنجي رهاڻ لاءِ من سڪي ٿو ساه،
مون ڀِرينڌي ڀساه، تو سُوجهي سوريءَ چاڙهيو.

## راڻي جو جواب

سُوجهي سُوري چاڙهيو، آءُ نہ جوان تہ چَڙهہ.

ڪيئي ڪُنا تو ڪاڪ تي، مُڙدا ڪري مڙهه
بيٺا ٻاهر چڙيا، ٻيا ٽاٽي هنيئي تڙ
لڳي نہ لِڪ جيتري، تو جيري اندر جڙ
اڳ ڪان تون اڳري، ڪمن منجهہ ئي ڪڙ
هن مُحبت جي سليمان چئي، تون لاري ڪيم لڙ
هاڻ وجي پنهنجا پڙهہ، سبق ساهيڙين سان

## سهجان جو چوڻ

سَبق ساهيڙين سان، ڪيئن پڙهان پير
اچي لڳم اوچتو تن اندر ۾ تير
وسري ويا ورهين لاءِ، ڪٽي ڪندون ۽ ڪير
پئي پارُوتا ٽيا، اتي انب اَنجير
ماڳهن ايئنديس ميڙ تي، مَديون ڪٽي مير
متو مِلڪ تنهنجي، جيءَ جُسو جاگير
عقل ڏار امير، تون پرچ پرين ڏس پاڻ ڏي

## راڻي جو جواب

پرچي ڏسان پاڻ ڏي، پر تون اِي ڪجهہ ڏس
سامي ڏنم صبح جو ڏوراهون اي ڏَس
ڪاهي آيس ڪاڪ تي، وڏا ڪري وس
امُر ساڻ الله جي، ٽيون رهاڻيون رَس
راجا ريساڻون گهٽو جنهن آلو ڪيو عڪس
ان ڏاران آدم جو هلي ڪو نہ هوَس
تو ڪارڻ تڙ ۾، مون پاٽان پيتي پَس
ڪاري دل ڪامڻ تو ڪورائي چوي نہ پيو ڳَس

تڏهن وڏي واڻ وري، ويُس تونارِ چڙي نہ نَس،
هاڻي لوڪ سڄوئي لس، تو ڪي معافي ڏني مينڌري

**سَهجان جو چوڻ**

معافي جي مينڌرا، اميد مون آهي،
ڪڏهن وهنديس ڪا نہ ڪا، لاڳاپا لاهي،
اندر آڳِ عِشق جي، وڏو تن تائي،
ٻڏل آهيان ٻول جي، نانهن منهنجي ناهي،
جيئري منهنجي جان ۾، ويون گهاڻو گهائي،
ڏنل ڪي ڏاهي، تون متان ويهين مينڌرا.

**راڻي جو جواب**

متان ويهي مينڌرو، ٻَروري نہ هڪ وال،
ڪاهي آيس ڪلڪتي، هلي حال في الحال،
موڪل ڏاران محل تي، ڇا مرد جي مجال،
تون سُتيئَن سيتا راءَ سان، هارَي گڏ گلال،
پاڻهي ٿي وئينءَ پڌري، تون زور زماني زال،
هاڻي ملڪ سڀ محال، موڪ ڏنو تو ڪي مينڌري

**سَهجان جو چوڻ**

موڪ نہ ڏي مينڌرا، نہ ڪر پنهنجي پُڄاڻي،
ڪڪو ئي ڪاڪ تي، پيتوئي تي پاڻي،
اڇي ڏنئي اوڇتي، ڪٿ جڏهن ڪاڻي،
ننڌَر ستل ننڊ ۾ هئي، راجا ڪي راڻي،
ڪُنڊيِ منجهہ قلب ۾، وڌئي هينئين ۾ هاڻي،

ٻڌي ڏور ڏکي کي، ٽِکي توتاڻي،
پلڪ پري نہ ٿي، هيءَ ويئي وِهاڻي،
ڪنهن سان هلندي ڪا نہ ڪا، جوين جُواڻي،
وسري ڪين وجود کان، ڏاڙهي ڏهاڻي،
تون موٽي وئين ميندڙا ڪار ڪري ڪاڻي،
گهايل تي گهاڻي، تون راڻا وجهہ مَ رنج جي.

## راڻي جو جواب

راڻي کي رنج جو گڏجي ٿيو غم،
لڳو گولو غير جو بيرنگ باري ۾ بم،
ڪاوڙ جي ڪارو ٿيو، عاشق اور اُعظم،
دَهلي ڪو نہ دلير جو ڪو دلبي ڏيئي دَم،
اَصُل اصيلن کي، ڪري نينهن نرم،
مومل تنهنجي مَن کي ويو وراڪي وهم،
جو لقب لوڪ کي، سو ڪڏي ڪيئي ڪم،
ظاهر جي ظلم کي، رَسي ڪو نہ رحم،
اٿئي ٽَڪ طلاق جهڙي منهنجو قول قسم،
مٿي ڪاڪ قدم، آءُ ڪڏهن ڪندس ڪو نہ ڪو.

## سَهجان جو چوڻ

قدم مٿي ڪاڪ، تون والي ڪارڻ وار،
لائي لَئون فراق جي، ڏکي ڪر مَ ڏار،
ڇني تان ڇڏيان تنهنجي نہ ڀر ڀِتار،
لکين لُڙ لڳيون احي، عيب جَنين اپار،
آءُ تنبين نہ جهڙي، هڪ نست نار نِڪار،

مون تي پاند پناهه جو اچي ڏوليا ڏار،
سام ڪٽڻ سليمان چئي، تو ڪامل جي آ ڪار،
مِلي منهن ڏيکار، تون مومل کي ميندرا.

## راڻي جو جواب

مومل کي مُنهنجي، ڪا نه ته آهي ڪاڻ،
تو وٽ سَگر ساهيڙين جا، ڪرين روز رِهاڻ،
سُٽيو تي سُرهي ٽيئين، ويٺيون ڪن واڪاڻ،
ڪوڙي تو ڪانڌ جو جڏهن لڳو انگ اُهڃاڻ،
تڏهن ٻُڌي مرين ها ٻٽي، سڃي سٽ ساڻ،
ٻِري تنهنجي پاڻ، مُور نه اچي ميندرو.

## سَهجان جو چوڻ

ماڳ اچين تون ميندرا. شاهه سچاڻي شان،
هٿن سان هٽي ويون، سندو قُرب ڪان،
جنهن جَيري ۾ زخم ڪيو بيرنگ باري بان،
لکي هئي لوح ۾، ڪا غفلت جي گُذران،
هڪ سومل ساري آهيان، ٻي بره ڪئي بيران،
راحت ناهي روح کي، زهر ذوق زبان،
محل ماڙيون بنگلا، هنڌ ٻانيان حيران،
ٻئي پراڻا ٿيا، مٿي ٻٽن پان،
دايون ديوانيون ٿيون، باغ سيئي بيبان،
آڻ ايرادو اَصُل تي، مٿي گيتا گِيان،
نيو واحد ورنهه موڪليو، فضل سان فرقان،
مولي تنهن مٿي ڪيو، سندو قول قرآن،

اچين تہ اعتبار ڏِيان، سارو سليمان،
مرد رکن ٿا مانَ، ڪي ڪانڌ بہ ڪاٺيارين جا.

### راڻي جو جواب

ڪاٺياري ڪانڌ جي، آءُ نہ چوان تہ ٿي،
ڪکو پاڻي ڪاڪ جو مٿي پلنگ پيءُ،
صلاحون سالن جون ساڻ سُومل جي سِيءُ،
جا هٿان ويئي ڳالهڙي، تنهن جوڪي وجهہ جيءُ،
وڃي ويا ورهين لاءِ، راز رهاڻيون ريءُ،
جو وَرِ ريءَ پانئي ويءُ، سو يَلين پيل پلو ڪري.

### سَهجان جو چوڻ

پيليان ڪيئن پلو ڪري، چڱي چوندو ڪير،
هڪ ڪاٺياري ڪانڌ جي، بيو وَر سان وجهان وير،
ڪي ڏهاڙا ڪاڪ ۾، مون ڪيا اوڙ اُلير،
ساري عمر ست ۾، نہ هُيم هيناهين هير،
واگهہ وهاريم وچ تي، شامل ڪري شير،
نر پکي نہ نالي لاءِ ملي، مون سان ڪئي مُنهن مير،
تون ماڙي آيون مينڌرا، ٻڌي چنڌ چڳير،
هٽي پاڻ بروچ چئي، ويون ڪسي دل دلير،
درد منهنجي دم تي، يري وجائي ييَر،
ڦٽيءَ تي ڦيٽي جي، تون دلبر ڪر نہ دير،
جڏهن عِشق ڪيو انڌير، تڏهن راڻا رانديون ڪريين.

### راڻي جو جواب

راڻي هڏ راند ڪنئي، پر تون ايءَ راند سار،

پڇي حد حق جي، ڏُران تيئين ڏار،
آڏو ڪو نہ آيو، تہ سندو ور ويچار،
حرام جو هِڪيءَ تي، هِرڪي پاڻئي هار،
سا مرد نہ رکن مَن تي، سندي مُک ميار،
راجا ايءَ راڻ گهڙي، آ لڪڻ تنهن لاچار،
سَچا سليمان چئي، ڪري قول قرار،
هاڻي مُلڪ ملاح ميڙيئين ۽ حيلا ڪرين هزار،
ڪوڙين ڪلميون چاڙهئين، سوين سِڙهہ سينگار،
تہ بہ جَر ري جهاز نہ هلي، وري نہ هڪ وار،
وڃي گڏ گذار، ڪامڻ پنهنجي ڪُڙم ۾.

•

## ڪاڪ مان مُومل جو اچڻ راڻي وٽ
## عُمر ڪوٽ ۾ روبرو سوال جواب ڪرڻ

مومل ويس مٽائي، تي وَر لاءِ ويراڳي،
آئي عُمر ڪوٽ ۾، روپ رکي راڳي،
ڳل ڳنا، ڪچ ڳبري، بيرون بيراڳي،
آديسي جي آواز ۾، هئي وحدت جي واڳي،
چيلهہ سَنهي، مُنهن ويڪرو سِينڍ سنئين ساڳي،
آيل عُمر ڪوٽ هو، سو مينڌرو ماڳي،
ڏسي راڻي جي روح ۾، اچي ڏم ڏوَڙِ ڏاڳي،
تہ سامي سُهاڳي، آهين دلبر ڪهڙي ديس جو.

## مُومل جو جواب

ديس پُڇڻ درويشن ڪان، ڏنو آهي ڏوهہ،
جن ڇُمي چوتا چاڙهيا، لڳن مٽان لوهہ،

تکي پکي پِيڙا، رُج، رُهيون ۽ روھ،
وچن هميشه هليا، ڪن ڪاف ڪشالا ڪوھ،
پنن ڪين پَٽ ڪٽي، طلب بنان پيو توھ،
ساٿيھ اٿن سوءِ، جت نَينَ نرالا نِينهن جا.

## راڻي جو مُومل کي چوڻ

نَينَ نرالا نِينهن جا، تون ڪٽي تي خوشحال،
ڪر دعوت قبول اسان جي، تون بيراڳي برحال،
پِري پيير پرت جا، تون دانهن هل ديوال،
تنهنجي قلمن تان قربان ڪريان مير مَڏيون سڀ مال،
جو ماٺهو سڀ مُحيط ڪيا، تُنهنجي جوڙ جمال،
ڪولي اي خود خيال، هلي ڏي حقيقت حال جي.

## مُومل جو چوڻ

حقيقت مون حال جي، تون سالڪ تي سُڻ،
رتيُون، ماسا رمز جا، چال چڱي سان چُڻ،
جي ڪاوڙجي ڪاريھل ۽ ڦُوڪي ڪڍي ڦڻ،
تہ سورهيہ ڪو سامهُون تي ۽ ڏُنجي ڏارَي ڏڻ،
مومل جي متي ۾، هُئي مِينا ڪاري مَڻ،
گُجر گاروڙين جا، تي وِڍيو چڏيا وڻ،
تون ريبي راند ڪٽي وئين، خان ڪتائي ڪُڻ،
پاڙون جي پاتال جون، سي لڳيون ڪري مَ لُڻ،
هاڻي بانڪا سجاڻي بُڻ بخش بَديون تون بادشاھ

## راڻي جو ڪاوڙ ۾ جواب ڏيڻ

بَديُن تان بادشاهہ ڪاوڙجي ٿيو ڪارو
تنهن تَڪ نہ رکي تڏي جي، ٿيو عاشق اُ ٻهارو
راڻي جي روح تي بہ اچي مڙيو مُونجهارو
اُبتڙ پيو عقل جو ڏول هٿان ڏارو
هو نيهي نظارو پر سوڍي سُڃاتو ڪِين ڪي.

## مومل جو باهہ ۾ پاڻ ساڙائڻ

مومل محل اڏايو اُت چڱو چِٽائي،
ڪي جي ڪاٺ قيمتي، ٿي گهٽا گهُرائي،
آٽيو اُنهيءَ جاءِ تي، ٿي ناهہ چڱي ناهي،
لايو باڪس ٻِره جا، ٿي جوڏئون جَلائي،
چڙهي تنهن چوڏول ۾، ٿي سِر بہ سنباهي،
ات راڻي جي روح کي، وڏو نينهن نَمائي،
سامُنهن ڪريو مينڌري ڏانهن ٿي مومل موڪلائي،
ٿي پرت پچائي، ڪامڻ پنهنجي ڪانڌ سان.

## راڻي جو مومل کي چوڻ

راڻي جي بہ روح مان، رمي آيو راز
اُلٽي آيو اوچتو ڪري پکي جيئن پرواز
نر اڳيان نار جي، اچي نمي ڪيو ناز
تو پنهنجا پُورا ڪيا، سندا قرب ڪواز
لَهي آءُ لحظي ۾، عورت سُڻ آواز
هاڻي مذاقون مِجاز مون مڙئي تو کي معاف ڪِيا.

**مومل جو جواب**

ان معافي جا ميندرا، مون تان لک لڏا،
ڀِهرين سٺ پَئي مون تو سان ٻول ٻڌا،
سي سَچا سليمان چئي، خالق ڪيا خُدا،
موليٰ هي مقبول ڪر، منهنجي سَئن سَدا،
هاڻي جاني ناهين جدا، اڄ دلبر منهنجي دل ڪان.

**راڻي جو مومل سان گڏ باهه ۾ سَڙڻ**

راڻو رڙ ڪري، ڳِهڙي پيو سو گهوٽ،
مُڙيو ڪِين مچ ڪان، اَصُل جو اَڻ موٽ،
مليو مُحبتي معشوق کي، ڏيئي چَلپل چوٽ،
اَصُل عاشقن جي، الف آهي اوٽ،
نالا هي نينهن وارن جا، ڪي نيش ڪندا اچي نوٽ،
آهي قائم ڪوٽ، عِشق جو عاشقن تي.

## ٻيو اٺئون ذوق زيان، سوا عِشق الله جي

عِشق عاشقن کي، اَصُل ڪري عُريان،
لايو لئون فراق جي، تخت ڪري طوفان،
گڏيو گداگر ڪري، صُوبا ۽ سلطان،
ڪن تي خيال خنجر جو ڪي ٻيڙائي پهلوان،
صوفي سِر سوريءَ تي، نالي نر نيشان،
ڪي مُحڪم مُصلي تي، جهد پچائن جوان،
ڪي صابر منجهه صبر جي، ڪي جلالي جُولان،
ڪن اعَليٰ علم عطا ٿيو ڪي ڪاري ٿيا قرآن،
ڪي اهل عَلي جي، ڪي مجلسي مَروان،
ڪي دائم دين تي، ڪي شامل ٿيا شيطان،
ڪي رِيڌا راڳ تي، ڪي بخيل بي ايمان،
ڪي مُخنث مَجُوسي، ڪي منجهه سخاوت شان،
ڪي منصف مئي جا، ڪي غذا ڪن گُذران،
ڪي حقيقت حق جي، ٿا ظاهر ڪن زبان،
ڪي قالب ڪُفر ۾، ڪي مُنهن سان مسلمان،
ڪي ريا خور رسم جا، ڪي خوشامد جا خان،
ڪي نيو نفس لاءِ ٿا نِت نهارين نان،
ڪي طارق ترڪ جا، ڪي دنيا لاءِ ديوان،
ڪي پنهنجي پيٽ لا، ڪي حِيلن منجهه حيران،

ڪي موهيا مسجد ۾، ڪي مانجهي مِير ميدان،
ڪي بِلا ڏين بچڻ جا، ڪي ڪُڏي ٿين قربان،
ڪي ٻولينديءَ ٻري ويا، ڪي لائق لامڪان،
ڪي روئندا رهيا رام لاءِ، ڪي پيڙا گُر پڳوان،
جن هلي حُڪم هلائيا، دسينَ تي دهمان،
سي ٿي ويچارا ويا، سُجا ڇڏي سامان،
حُڪم هرڪارن ڪي، حاضر آهن هَنان،
پيرائتي پڇندا، اچي بات بيان،
وحي ڪندا ويجهڙي، دهشت سان دوران،
ڏسي اکر اُن جا، پوءِ ٿيندا پشيمان،
پرڪا ٿيندي پڌري، جتي آهي تر مِيزان،
اوڪي عاشقن ڪي، قادر ڏيندو ڪان،
ڪامل هن ڪلام جو، ڪي گوهر پُرجهن گيان،
جِن، ملائڪ، جانور، آدم سڀ انسان،
ڪيفيت منجهه ڪريم جي، جُملي جڳ جهان،
ثابت سليمان ڪي، ڏي ڪلمون سر زبان،
ٻيو اٿئون ذوق زيان، سوا عِشق الله جي.

